# گلن جي بغاوت

**سعادت حسن منٽو**

قيمت ۲ روپيه

# شامل ڪهاڻيون

## سعادت حسن منٽو

سعادت حسن منٽو ١٩١٢ ۾ سمرالا ضلع لڌياڻي ۾ پيدا ٿيو. امرتسر ۾ تعليم ورتي. ميٽرڪ پاس ڪرڻ کان پوءِ ڪجهه عرصو علي گڙهه يونيورسٽي ۾ پڙهيو. پر جلد پڙهائي جو سلسلو ختم ڪري پيهر امرتسر ۾ آيو. اتي مساوات اخبار ۾ ڪم ڪرڻ لڳو. منٽو منڍ ۾ پرڏيهي ادب کي ترجمو ڪندو رهيو. پر جلدئي پنهنجون طبعزاد ڪهاڻيون لکڻ شروع ڪيائين. ڏسندي ڏسندي اردو ادب جو چرتيءَ جو ڪهاڻيڪار بڻجي ويو. انهيءَ عرصي ۾ سخت بيمار ٿيو ۽ لاهور هليو آيو اتي پارس، اخبار ۾ چاليهه روپيه ماهوار جي حساب سان ملازم ٿيو. وري ٿوري عرصي بعد بمبئي هليو ويو جتي هفته روز ”مصور“ جي ايڊيٽري سنڀالي پر ١٩٤١ ۾ دهلي وڃي ريڊيو سان وابسطه ٿي ويو.

منٽو پنهنجي ويهه سال ادبي زندگي ۾ ٢٠٠ کان وڌيڪ ڪهاڻيون، ڊراما ۽ فلمي ڪهاڻيون لکيون. پر ڪيس ڪڏهن به سک ۽ سانت جو گهڙيون ميسر نه ٿيون، حياتي جي پيچ ڙڪن ڏهاڙن ۾ هن لکيو، ڏينهن رات جي محنت کانپوءِ به مان ايترو ڪمايان ٿو جو مس مس پيٽ پالي سگهان ٿو. جيڪڏهن مان اوچتو مري وڃان ته منهنجي ٽن ننڍين ڇوڪرين جي سنڀال ڪير ڪندو.“

منٽو ٤٢ سالن جي ڄمار ۾ وفات ڪئي

نظام عباسي

# نيري آسمان هيٺان

اهي ئي ڏينهن هئا. آسمان هن جي نيڻن جيان اهڙو ئي نيرو هو، جهڙو اڄ آهي: ڌوتل ۽ نکريل.—

سجل سپنن وانگر مٺيءَ جي بوءِ بہ اهڙئي هئي، جهڙي اڄ منهنجي دل ۽ دماغ ۾ رچجي رهي آهي. ۽ مون اٿين ئي ليٽيندي ليٽيندي پنهنجي ڦٽڪندڙ روح جي حوالي ڪري ڇڏيو هو.

هن مون کي چيو هو: ”تو مون کي جو هيءَ لمحا عطا ڪيا آهن، پڪ ڄاڻ تہ منهنجي زندگي انهن کان خالي هئي، هيءَ جي خالي جڳهون تہ—و اڄ منهنجي هستيءَ ۾ پربون آهن، سي تنهنجيون ئورائتيون آهن، ٿون منهنجي زندگيءَ ۾ نہ اچين ها تہ آهي نت اڌوريون رهجي وڃن ها.... منهنجي سمجهہ ۾ نٿو اچي تہ توکي ڀيو ڇا چوان! منهنجي تڪميل ٿي ويئي آهي: اهڙي ڀرپور نموني جــو محسوس ٿئي ٿــو، مون کي تنهنجي ضرورت ناهي رهي...“

۽ هو هليو ويو. هميشہ لاءِ هليو ويو:

منهنجي نيڻن نير وهايو، منهنجيءَ دلڙيءَ دانهون ڪيون. مون هن اکيان ٻانهون جوڙيون.... هن ڪان

لکوار پڇيم ته ”توکي منهنجي هاڻي ضرورت ڇو نه آهي رهي؛ جڏهن ته تنهنجي ضرورت تمام شدت سان هاڻي شروع ٿي آهي. انهن لمحن کان پوءِ جنهن، بقول تنهنجي، تنهنجي خالي هستيءَ جون جڳهيون پوريون آهن“ هن چيو ”تنهنجي وجود جي جنهن جنهن ذري جي منهنجي هستيءَ جي تعمير ۽ تڪميل کي ضرورت هئي، هيءَ لمحا چونڊي چونڊي ڏيندا رهيا.... هاڻي جڏهن تڪميل ٿي چڪي آهي، تنهنجا ۽ منهنجا رشتا پاڻهي ختم ٿي ويا.“ کهڙا نه ڏاڍا پريا لفظ هئا!! مون کان هيءَ رويو سٺو نه ٿيو، آءٌ رنيس، رڙيس پر هن تي ٿورو به اثر نه ٿيو، مون هن کي چيو: ”هيءَ ذرا جن سان تنهنجي تڪميل ٿي آهي، منهنجي وجود جا حصا هئا: ڇا انهن جو مون سان ڪو رشتو ڪونهي!! ڇا منهنجي وجود جو باقي حصو انهن کان پنهنجو ناتو ٽوڙي سگهي ٿو؟ تون مڪمل ٿي ويو آهين، پر مون کي اڌورو ڪري.... ڇا مون ايتري لاءِ توکي پنهنجو پالڻهار بڻايو هوم“؟ هن چيو ”ڀونئرا گلن ۽ مکڙين جو رس چوسي ماکي گڏ ڪندا آهن پر هو تر جيتري به انهن گلن ۽ مکڙين جي ڇپن تائين ڪونه آڻين.... خدا پنهنجي پرستش ڪرائي ٿو پر پاڻ بندگي ڪونه ڪري، ’عدم‘ سان ’خلوت‘ ۾ چند گهڙيون گذاري هن وجود جي تڪميل ڪئي.... پر هاڻي ’عدم‘ ڪٿي آهي. هو ته اهڙي ماهه هئي جيڪا وجود کي جنم ڏيندي ڇم جي بستري تي

فنا ٿي ويئي هئي.“

عورت روئي سگهي ٿي— دليل پيش ڪري نٿي سگهي: انهيءَ جو سڀ کان وڏو دليل سندس اڪ مان وهيل لڙڪ آهي. مون هن کي چيو: ”ڏس! آئون روئي رهي آهيان.... منهنجيون اکيون ڳوڙها پيون ڳاڙين.... تون وڃين رهيو آهين ته وڃ، پر هنن ۾ ڪجهه ڳوڙهن کي ته پنهنجي رومال جي ڪفن ۾ ويڙهي ساڻ کڻيو وڃ... آئون ته سڄي عمر روئندي رهنديس.... مون کي ايترو ته ياد رهندو ته ڪجهه ڳوڙهن جي ڪفن دفن جو سامان تو به ڪيو هو— مون کي خوش ڪرڻ ڪاڻ!“

هن چيو: ”آئون توکي خوش ڪري چڪو آهيان.... توکي اهڙي مضبوط خوشيءَ سان همڪنار ڪري چڪو آهيان، جنهن جا تون خواب ڏٺي ڏسندي هئين— جا ان جو لطف، ان جو سرور، تنهنجي زندگيءَ جي باقي لمحن جو سهارو نٿا ٿي سگهن، تون چوين ٿي ته منهنجي تڪميل توکي متحرڪ رکڻ لاءِ ڪافي ڪونهي! مان مرد آهيان. اڄ تو منهنجيءَ زندگيءَ جي تڪميل ڪئي آهي، سياڻي ڪو پيو ڪندو منهنجو وجود ڪجهه اهڙي مٽيءَ ۽ پاڻيءَ مان ٺهيو آهي جنهن جي زندگيءَ ۾ اهڙا ڪيئي لمحا ايندا. جڏهن هو خود کي تڪميل لاءِ آتو سمجهندو.... ۽ تو جهڙيون ڪئي عورتون ايندڙيون جيڪي انهن لمحن جي خالي ڪيل جڳهين کي پري ڇڏينديون.“

آئون روئندي رهيس، جهڄندي رهيس.

مون سوچيو: هي چند امحا جيڪي هاڻي منهنجي مٽي ۾ هئا.... ڏي، آئون انهن حالتن جي مٽ ۾ هيس- مون پاڻ کي انهن جي حوالي ڪري ڇڏيو. مون پنهنجي ٿڪندڙ روح کي منهن ڪليل ڇڏي وجهي ڇڏيو، ان ۾ مزو هو، هڪ لطف هو، هڪ سرور هو.... هو! ضرور هو.... ۽ هو هن جي ۽ منهنجي ذڪر ۾ هو.... ليڪن.... هيءَ ڇا جو هو ثابت ۽ سالم رهيو ۽ مون ۾ ڏار پئجي ويا.... هيءَ ڇا، هو منهنجي ضرورت محسوس نٿو ڪري، پر آئون اڃا شدت سان هن جي ضرورت محسوس ڪريان ٿي، هو ڏاڍو ٻئجي ويو آهي ۽ آئون هيٺي ٿي وئي آهيان. اهو ڇا ته اڀ ۾ ٻه بادل هم آغوش هجن ۽ هڪ روئي وسي ۽ ٻيو وچ جو ڇڪو ٻئجي برسات سان ڪيڏندي ڪيڏندي ٻئه ڏيئي پئجي وڃي: هيءَ ڪنهن جو قانون آهي؟ آسمانن جو،— زمينن جو،— يا انهن جي ڏاهيندڙ جو؟ سان سوچيندي رهيس ۽ جهڄندي رهيس. ٻن روحن جو گهٽجي هڪ ٿي وڃڻ ۽ هڪ ٿي وسعت اختيار ڪرڻ— ڇا، هي سڀ ڪجهه شاعري آهي.... ٻه روح گهٽجي ڪري ضرور هن نندي نڪتي تي پهچن ٿا، جيڪو ڦهاجي ڪائنات بڻجي ٿو. پر هن ڪائنات ۾ هڪ روح ڇو ڪڏهن ڪڏهن گهايل ڇڏي ڏنو ويندو آهي، ڇا هن ڏوهه ۾ ته هن ٻئي روح کي اُن نندي نڪتي تي

ڀيچن ۾ مدد ڏني هئي. هيءَ ڪهڙي ڪائنات آهي؟
هيءَ ڏي ڏينهن هئا؛ آسمان هن جي نيڻن وانگر ڏي نيرو هو، جهڙو اڄ ۽ آس پاس اهڙي ڏي.... هئي ۽ مون اهڙي طرح ليٽندي پنهنجو ڦٽڪندڙ روح هن جي حوالي ڪري ڇڏيو هو.... هو موجود نه آئي... ٻجليءَ جو سمهو ٻئجي خبر ناهي ڪهڙين ڪڪرن جي آهن سان ڪيڏي رهيو آهي.... پنهنجي تڪميل ڪري هليو ويو.... هڪڙو ناڪ هو جو مونکي ڏنگي هليو ويو— پر هائي هن جون ڇڏيل لڪيرون ڇو منهنجي پيٽ ۾ آرس موڙي رهيون آهن— ڇا هيءَ منهنجي تڪميل تي رهي آهي؟ نه، نه، اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي. هيءَ ته تخريب آهي— پر هيءَ منهنجون خالي جڳهيون پرجي رهيون آهن. هي جا ڪڏا هئا سي ڪهڙي ملبي سان پريا پيا وڃن.... منهنجي رڳن ۾ هيءَ ڪهڙي سرسراهٽ ڊوڙي رهي آهي.... آئون گهڻجي گهڻجي پنهنجي پيٽ ۾ ڪهڙي ننڍڙي نڪتي تي پهچي لاهه وٽ ڪائي رهي آهيان— منهنجي پيڙي پڌي ڪهڙن سمنڊن ۾ ترڻ لاءِ اپري رهي آهي....؟"
هي منهنجي اندر ڇلهه تي ڪهڙي مهمان لاءِ ڪير گرم ٿي رهيو آهي- هي منهنجي دل منهنجي رت کي ڏٿي ڪنهن لاءِ نرم نازڪ سوڙيون تيار ڪري رهي آهي- هيءَ منهنجو دماغ منهنجي خيالن جي رنگ برنگي ڌاڳن مان ڪنهنجي لاءِ ننڍڙيون ننڍڙيون پوشاڪون

آئي رهيو آهي — منهنجو رنگ ڪنهنجي لاءِ نڪري رهيو آهي، منهنجي انگ انگ ۾ رون رون ۾ ڦٽل هڏڪيون، لورين ۾ تبديل ٿي رهيون آهن.

اهي ئي ڏينهن هئا — آسمان هن جي نيڻن وانگر اهڙوئي نيرو هو، جهڙو اج آهي — پر هيءَ آسمان پنهنجي اڇڙين ٽان لهي ڇو منهنجي پيٽ ۾ ٽٽڻي ويو آهي.... هن جون نيريون نيريون اکيون ڇو منهنجي رڳن ۾ ٻوڙي رهيون آهن.... منهنجي ڇاتين جي گولائين ۾ پاڪائي ڇو اڃي رهي آهي؟ نه، نه — هي پاڪائي ڪجهه به نه آهي، آئون انهن کي ڏهي ڇڏيندس، آئون پنهنجي اندر جا سڀ چاهنا ڏنا ڪري ڇڏيندس، جن ٽي اڻ ڪوڻي مهمانن لاءِ خاطرداريون چڙهيل آهن: آئون پنهنجي رنگ برنگي خيالن جي ڌاڳن کي منجهائي ڇڏيندس!

اهي ئي ڏينهن هئا - آسمان هن جي اکين جهڙو اهڙوئي نيرو هو جهڙو اج آهي.... پر آئون اهي ڏينهن ڇو ياد ٿي ڪريان، جن جي سيني تان هو پنهنجي پيرن جا نشان ميٽي هليو ويو، پر هيءَ ڪنهنجي پيرن جا نشان آهن — هيءُ جو منهنجي پيٽ جي گهر ۾ ترقي ڪري رهيو آهي، ڇا هيءُ منهنجو ڇاتل سچاتل آهي؟ نه — ! آئون هن کي ڪرڙي ڇڏيندس، هي ڦرڙي آهي — هي ڪِڙ آهي — خوفناڪ ڪِڙو پر مون کي ڇو محسوس ٿئي ٿو ته هي ٻهو آهي — ٻهو آهي، ته ڪهڙي

وقت جو؟ اُن وقت جو جيڪو هو مون کي ڏيئي هليو
ويو. نه — نه — هي نه لڳي ٿو، ڪنهن پيدائشي وقت لاء
آهي. اهڙي وقت لاء جنهن کي مون ڪڏهن ڏٺو ئي نه
هو، جيڪو منهنجي ڪک ۾ خبر ناهي ڪڏهن کان
ستو پيو هو. هي ڪک ڇا — بيڪار مٽي جي هڏي-
پاڙن جو رانديڪو: آڏون انهيءَ کي ترڙپ ڇڏيندس.
پر هيءَ ڪير منهنجي ڪک ۾ چوي ٿو ”هي دنيا
هڪ ڇوڙالو آهي، تون پنهنجو پاڻ اُن ڇو ٿي
ڦاڙين — ياد رک، توتي اڳريون ڪڇيون.“

اڳريون هوڏانهن ڇو نه ڪڇنديون جيڏانهن هو
پنهنجي هستي مڪمل ڪري هليو ويو. ڇا انهن اڳرين
کي اُن وات جي خبر ناهي. هيءَ دنيا هڪ ڇوواٽو آهي.
پر ان وقت هو مون کي هڪ پاسي واٽي تي ڇڏي هليو
ويو، هن پاسي به اڏوڙپٽو، هن پاسي به اڏوڙپٽو — هن پار
به لڙڪ، هن پار به لڙڪ.

پر هيءَ ڪنهنجو ڳوڙهو منهنجي سپ ۾ موتي
بڻجي رهيو آهي — هي ڪٿي پڌبو؟

اڳريون ڪڇنديون، جڏهن سپ جو منهن کلندو ۽
موتي ڦهلجي پاهر ڇوواٽي تي ڪري پوندو ته اڳريون
ڪڇنديون، سپ ڏانهن به، موتيءَ ڏانهن به. ۽ هي اڳريون
نانگڻيون بڻجي انهن پنهي کي ڏنگينديون ۽ پنهنجي زهر
سان ان کي نيرو ڪري ڇڏينديون.

آسمان هن جي نيڻن وانگر اهڙوئي نيرو هو جهڙو

اڄ آهي— هيءَ ڪري ڇو ننڍو پوي، آهي ڪهڙا ٿڌا
آهن، جيڪي هن کي جهليو بيٺا آهن. ڇا ان ڏينهن
جيڪو زلزلو آيو هو، اهو انهن ٿنڀن کي لوڏي ڇڏڻ
لاءِ ڪافي نه هو— هي ڇو اڄ ڏاڍين منهنجي سر تي
اٿين ٿيو بيٺو آهي؟ منهنجو روح پگهر ۾ عرق آهي،
هن جو هر.... ڪايل آهي، ڇٽڻي پاسن باهه ٻڙڪي رهي
آهي: منهنجي اندر ڪڙهائيءَ ۾ سون پگهرجي رهيو
آهي، ڏنوٽيون هلي رهيون آهن، شعلا ٻڙڪي رهيا آهن،
سون پرندڙ ڌڄل جي لاوي وانگر اٿڻي رهيو آهي، منهنجي
رڳن ۾ نيلا نيٺ ڊوڙي سهڪي رهيا آهن— کهنيون
وچي رهيون آهن، ڪوئي اچي رهيو آهي— بند ڪريو
— بند ڪريو. ڪڙهائي اونڌي ٿي وئي آهي- پگهريل
سون وهي رهيو آهي— ڪهنيون وچي رهيون آهن، هو
اچي رهيو آهي— منهنجون اکيون پوتيون ٿيون وڃن،
نيرو آڪاس گدلو ٿي هيٺ اچي رهيو آهي.

هن ڪنهنجي روئڻ جو آواز آهي، هن کي چپ
ڪرايو: هن جون رڙيون منهنجي دل تي هٿوڙا هڻي
رهيون آهن— چپ ڪرايو- ماءُ هنج ٻڌجي رهي آهيان
منهنجون ٻانهون ڪلنديون ٿيون وڃن، ڇاهين تي ڪير
ڪڙهي رهيو آهي: منهنجي ڇاتيءَ جون ڪولايون پياليون
ٻڌجنديون ٿيون وڃن. آٿيو، هن گوشت جي ٽڪري کي،
دل جي ڏٺيل رت جي نرم نرم ڳلن ۾ ليٽائي ڇڏيو.
نه ڪسيو— نه ڪسيو—. مون کان جدا نه ڪريو،

هدا جي واسطي مون کان جدا نه ڪريو.

آگريون— آگريون— ڪجهه ڏيو آگريون— مون کي پرواهه ناهي. هيءَ دنيا ڇوواڻو آهي- ڦاڙي ڏيو، منهنجي زندگيءَ جا سڀ پاندا. منهنجي زندگي تباهه ٿي ويندي، تباهه ٿيڻ ڏيو. مون کي منهنجو گوشت واپس ڪريو— منهنجي روح جو هي ٽڪرو مون کان نه ڇنو اوهان نٽا ڇاڻو، هي ڪيترو قيمتي آهي— هي گوهر آهي، جو مون کي انهن ڪجهه گهڙين عطا ڪيو آهي انهن ڪجهه گهڙين جن منهنجو وجود ڪيترنئي زرن کي ڇونڊي ڇونڊي ڪنهن جي تڪميل ڪئي هئي ۽ مون کي پنهنجي خيال ۾ اڏورو ڇڏي هليا ويا هئا. منهنجي تڪميل اڄ ٿي آهي.

مڇيو ڪٽي— مڇيو ڪٽي— منهنجي پيٽ جي خلا کان پڇو— منهنجي ڪير پريل ڇاتين کان پڇو— هنن لورين کان پڇو، جيڪي منهنجي انگ انگ ۾ رڙين رڙين ۾ سيني هڏڪين کي سهاري اڳتي وڌي رهيون آهن. هنن جهولڻن کان پڇو، جيڪي منهنجي ٻانهن ۾ وڌا پيا وڃن، منهنجي ڇهري جي پيلاڻن کان پڇو، جيڪي گوشت جي ٽڪري جي ڳلن کي پنهنجون سڀ لالائيون ڇوسائيندڻيون رهيون آهن— هنن ساهن کان پڇو، جيڪي لڪي ڇپي هن کي هن جو حصو پهچائيندا رهيا آهن.

آگريون— آگريون— ڪجهه ڏيو آگريون— آئون

انهن کي وڏي ڇڏيندس ــ گوڙ ٿيندو: آئون هي آگريون
ڪٽي پنهنجي ڪنن ۾ ٺوڪي ڇڏيندس: آءٌ ـ ون گونگي
ٻُجي ويندس، آئون ٻوڙي ٿي ويندس، انڌي ٿي ويندس ــ
منهنجو گوشت ـ: منهنجا اشارا سمجهي ٻيو وٺندو، آئون
هن کي هٿوراڙيون ڏيئي کولي سڃاڻي وٺندس، هي سڀ
ٺڪون.... سمجهي ڇٽي ڇڏيندس ـــ! ڏسو آئــون هٿ
ٿي ٻڌان ـــ اوهان جي ٻيرن تي ٻوان: منهنجا پريل ڪير
جا ٿانو اونڌا نه ڪريو. منهنجي دل جي ڏٺيل رت جي
نرم نرم ڳلن ۾ آڳ نه لڳايو، منهنجي پاڻهن جي هندورن
جون رسيون نه ٽوڙيو ـــ منهنجي ڪنن کي انهن گيتن
کان محروم نه ڪريو، جيڪي هن جي روئڻ سان مون
کي ٻڌڻ ۾ اچن ٿا ـــ نه ڇنو ـــ، نه، ڇنو ـــ مون کان
جدا نه ڪريو.

* * *

لاهور ـ ۲۱ جنوري.

ڏوپي منڊيءَ مان پوليس هڪ نازو ڇاول ٻارڙيءَ،
ٽريل روڊ تي پيل هٿ ڪري پنهنجي قبضي ۾ ورتو
آهي. ڪنهن پٿر دل ٻارڙيءَ جي گردن کي زور سان
ڪپڙي ۾ جڪڙي ڇڏيو هو ۽ اگهاڙي جسم کي وسيل
ڪپڙي ۾ ٻڌي ڇڏيو هو ته جيئن هو سرديءَ ۾ مري
وڃي، پر هوءَ زنده هئي. ٻارڙي ملوڪ (سهڻي) آهي:

اکيون نيربون اٿس، هن کي اسپتال پهچايو ويو آهي.

نه ڇنو—، نه، ڇنو.

هي منهنجي ممتا جي مٽي جي ٽڪو آهي- منهنجي گناهه جو ڪوڙو ميوو آهي- ماڻهو هن تي ٿُو ٿُو ڪندا؟ آئُون ڇٽي وئنديس.

سنڌيڪار:- سائينداد ساند

# گلن جي بغاوت

باغ ۾ جيڪي گل هئا سي سڀ جو سڀ باغي ٿي ويٺا. گلاب جي سيني ۾ بغاوت جي باھ ڀڙڪي پئي هئي. هن جي رڳ رڳ ۾ جوش هيو. هڪ ڏينهن هن پنهنجي ڪنڌن ڀريل ڪچي ايسي ڪئي ۽ بغير سوچ سمجهہ جي پنهنجي ساٿين کي چوڻ لڳو،

”دوستو! ڪنهن کي به اهو حق نٿو پچي جو هو اسانجي پگهر مان پنهنجي عياشيءَ جو سامان تيار ڪري. اسانجي زندگيءَ جون بهارون اسان لاءِ آهن. ۽ ان ۾ اسين ڪنهن ٻئي کي شريڪ ڪرڻ نٿا گهرون.“

گلاب جو چهرو ڪاوڙ منجهان ڳاڙهو ٿي ويو هو. هن جا پن ٿڙڪي رهيا هئا.

چنبيلي جي ٻوٽي ۾ سڀ مکڙيون گوڙ ٻڌي جاڳي پيون، ۽ عجب وچان هڪ ٻئي جو منهن ڏسڻ لڳيون. گلاب جو مڙدانو آواز ٻيهر ابريو.

”هر ڪنهن کي پنهنجي حقن جي حفاظت ڪرڻ جو حق آهي. اسين گل انهيءَ ڪان آجا نہ آهيون. اسان جون دليون نرم ۽ نازڪ آهن. گرم هوا جو جهوٽو اسان جي وجود کي ختم ڪري سگهي ٿو. ماڪ جو هڪ قطرو اسانجي آج اجهائي سگهي ٿو. ڇا اسان ان

مالهيءَ جي کهرن هٿن کي برداشت ڪري سگهون ٿا جنهن تي موسم جي ڦير گهير جو ڪو اثر نٿو پوي.

موتيءَ جي گل رڙ ڪئي، "هرگز نه" ۽ هن جي اکين ۾ رت پرجي آئي ۽ چوڻ لڳو،

"هن ظالم جي ظلم سان منهنجو سينو داغدار ٿئي پيو ۽ مان هن جلاد جي خلاف گهاڙهو جهنڊو اڀو ڪندس."

اهو ٻڌي هو ڪاوڙ وچان ٿڙڪڻ لڳو. چنبيليءَ جون مکڙيون عجب ۾ هيون ته هي ڪوڙ ڇو ٿيو آهي. هڪ مکڙي نخري وچان گلاب جي ٻوٽي طرف جهڪي ۽ چوڻ لڳي، "تون منهنجي ننڊ خراب ڪئي آهي. آخر ايڏو زور سان رڙيون ڇو ٿو ڪرين؟"

ٻيا گل ٻري کان گلاب جي تقرير ٻڌي رهيا هيا. هڪ چيو "ڦڙو ڦڙو ملي دريا ٿيندو آهي. جيتوڻيڪ اسين اڌني گل آهيون پر جيڪڏهن اسين پاڻ ۾ گڏجون ته ڪو سبب ناهي جو اسين پنهنجي دشمن کي ختم ڪري ڇڏيون. اسان جون پنکڙيون جيڪڏهن خوشبو پيدا ڪن ٿيون ته اهي زهريلي گئس به پيدا ڪري سگهن ٿيون. پاڻ گلاب جو ساٿ ڏيو ۽ پنهنجي سوپ سمجهو."

اهو ٻڌي هن هر گل ڏانهن ڏٺو.

گلاب ڪجهه چوڻ وارو ئي هو ته چنبيلي جي مکڙي پنهنجي مرمرين، تجمل جهڙي نرم ۽ نازڪ جسم

کي موڙو ڏيندي چيو، ”هي سڀ بيڪار ڳالهيون آهن.
اڄ تون مونکي شعر پڙهاءِ، مان تنهنجي هنج ۾ سمهڻ
چاهيان ٿي. تون شاعر آهين، منهنجا پيارا، اڄ اسين هن
بهار جي خوشگوار موسم کي ائين زيان نه ڪيون. اهڙي
دنيا ۾ هلون جتي آرام ئي آرام هجي.“

گلاب جي سيني ۾ هلچل مچي وئي. هن جي نبض
تيز ڌڙڪڻ لڳي ۽ هن کي ائين ٿي محسوس ٿيو ته
هو ڪنهن اٿاهه گهرائي ۾ لهندو پيو وڃي.

هن مکڙي جي ڳالهه جو اثر گهٽائيندي چيو ”نه
مان ميدان جنگ ۾ لڙڻ لاءِ قسم کائي چڪو آهيان ۽
مون لاءِ هاڻي پيار ۽ محبت بيڪار آهي.“

مکڙي پنهنجي نرم ۽ نازڪ لچڪدار جسم کي
موڙو ڏيندي، نيا کڙي لهجي ۾ ورائيو، ”او منهنجا
پيارا گلاب اهڙيون ڳالهيون نه ڪر مون کي ڏپ پيو
ٿئي. چانڊوڪي راتين جو خيال ڪر، جڏهن مان
پنهنجو لباس لاهي انهيءَ نوراني ڦوهاري جي هيٺان
وهنجندم ته تنهنجي ڳٽن جي ڳاڙهاڻ ڪيڏو نه سندر
لڳندي. تون چرين وانگر منهنجن چپڙن کي چمڻ لڳندين.
ڇڏ انهن فضول ڳالهين کي مان تنهنجي ڪنڌ تي متو
رکي سمجهڻ چاهيان ٿي....“

چنبيلي جي مکڙي گلاب جي ڏڪندڙ ڳلن سان
پنهنجا ڳل لڳائي سمهي پئي. گلاب مدهوش ٿي ويو.
چئني طرفن کان گلن جا آواز اڀرندا رهيا پر گلاب نه

جاڳيو، سڄي رات سرور ۽ مستيءَ ۾ رهيو،

صبح جو مالهي آيو، هن گلاب جي گل جي ڏاريءَ سان گڏ چنبيلي جي مکڙي ڇنبڙيل ڏٺي ۽ هن پنهنجو کهرو هٿ وڌائي پنهي کي پٽي ورتو.

سنڌيڪار:- نظام عباسي

# نئون سال

ڪئلينڊر جو آخري پنو جنهن تي ۳۱ ڊسمبر لکيل هئو، هڪ گهڙيءَ جي اندر هن جي سنهڙين آڱرين واري هٿ ۾ هئو. هاڻي ڪئلينڊر هڪڙو ڏوٽ سڪل وڻ پئي لڳو، جنهن جي ٽارين جا سڀ پن سرءَ جي جهونٽن اڏائي ڇڏيا هجن!

پٺ تي ٻيگل گهڙيال ٽڪ ٽڪ پئي ڪئي، ڪئلينڊر جو آخري پنو جيڪو ڏيڍ انچ ڪاغذ جو ننڍڙو ٽڪرو هئو، هن جي سنهڙين آڱرين ۾ ائين پيو ڏڪي ڄڻ موت جي سزا جو قيدي ڦاهيءَ جي تختي اڳيان بيٺو هجي.

گهڙيال ٻارنهن ٽڪ هنيا، پهرئين ٽڪ تي آڱرين ۾ چرپر ٿي ۽ آخري ٽڪ تي ڪاغذ جو اهو ٽڪرو ننڍڙي گولي ٿهي ويو. آڱرين اهو ڪم ڏاڍي بي‌رحميءَ سان ڪيو ۽ جنهن شخص جون اهي آڱريون هيون— اهو آڱرين ڪان به وڌيڪ بي رحميءَ سان ڪاغذ جي ان گوليءَ کي ڏسي ويو—، هن جي چپن تي تيزابي مرڪ تري آئي، ڪئلينڊر کي فاتحانه نظرن سان ڏسي چيائين ”مان توکي کائي ويو آهيان. بنا چٻاڻ جي ڳهي ويو آهيان.“

ان کان پوءِ هڪ اهڙو ٽهڪ اڀريو جنهن ۾ انهن

ڏوپن جو آواز ڏيڄي ويو جيڪي نئين سال جي شروعات تي ڪٿي پري پئي ڳجيون ـــ

جيستائين انهن ڏوپن جو آواز جاري رهيو، هن جي سڪل نڙيء مان لهڪ ڀرندڙ لاوي وانگر نڪرندا رهيا، هو بي حد خوش هئو- بي حد خوش، اهوئي سبب هو جو هن جي حالت چريبن جهڙي هئي. سندس خوشي آخري درجي تي پهتل هئي؛ هو سڄي جو سڄو ڪاڻيو پئي- پر سندس اکيون رنيون پئي ۽ جڏهن ڪليو پئي ته توهان هن جي ڏڪندڙ چپن کي ڏسي سمجهي وڃو ها ته هن جو روح ڪنهن سخت عذاب مان پيو گذري.

هر هر نعرو پيو هڻي ”مان توکي ڪاڻي ويو آهيان ٻنا چپائن جي ڳهي ويو آهيان- هڪ ڪري ڏي سئو چاهت ڏينهن کي، ليپ ڏينهن سموت!“

خالي ڪئلينڊر سندس ان عجيب و غريب دعويٰ جي تصديق پيو ڪري.

اڄ ڪان ٽيڪ چار سال پهرين جڏهن هو پنهنجي ڪلهن تي مصيبتن جا جبل کڻي، پنهنجو رزق پاڻ ڪمائڻ لاء ميدان ۾ آيو ته ڪيترائي ماڻهو هن تي کليا هئا ـــ ڪيترن ماڻهن هن جي ”همت“ جو مذاق اڏايو هئو، پر هن انهن ڳالهين جي ڪا پرواهه ئي نه ڪئي. ۽ هن کي هاڻي به ڪنهن جي پرواهه ڪانه هئي. هن کي رڳو پنهنجي ئي پرواهه هئي ۽ بس، ٻين جي جنت تي هو سدائين پنهنجي دوزخ کي ترجيح ڏيندو هو ۽

هائي به ان اصول جو پابند هئو.

هو انهن ڏينهن ۾ گڏهن وانگر ڪم ڪندو هو، ڪتن ڪان وڌيڪ ذليل زندگي پيو گذاري- پر اهي ٽپالهيون هن جي راهن ۾ رنڊڪ نه بڻيون.

ڪيترا پيرا هن ڪي ٻين اڳيان هٿ ٻڪيهرٽو پيو- هن هٿ ٻڪيهڙيو پر هڪ شان سان- هو چوندو هو "اهي سڀ فقير جيڪي رستن تي جهوليون جهلي، ڪشتا ڪئي ڦرندا ٿا وتن، انهن کي گوليءَ سان اڏائي ڇڏجي- خيرات وٺي اهي ذليل ڪتا شڪرگذار ٿسا نظر اچن- جيتوڻيڪ انهن کي مهرباني ڪاريون ڏيڻي مڇڻ گهرجي، جيڪي خيرات گهرن ٿا سي اهترا لعنتي ناهن، جيترو اهي ماڻهو جيڪي ڏين ٿا، خيرات سمجهي جنت ۾ هڪڙي ٿڏي ڪوٺي ٻڪ ڪرائڻ وارا سوداگر!

هن کي ڪيترا پيرا رپئي پئسي جي مدد وٺڻ لاءِ شهر جي دولتمند ماڻهن وٽ وڃڻو پيو— هن دولتمندن کان مدد ورتي— هنن جون ڪمزوريون انهن ئي وٽ وڪڻي-! ۽ هن اهو سودو ڪنهن اُچاڻ دوڪاندار وانگر ڪونه ڪيو- "توهان شهر وارن جي صحت جا محافظ مقرر ڪيا ويا آهيو، پر حقيقت ۾ توهان بيماريون پيدا ڪرڻ جا ٺيڪيدار آهيو، حڪومت جي ڪتابن ۾ توهان جي نالي اڳيان هيلٿ آفيسر لکيو ويندو آ— پر منهنجي ڪتاب ۾ توهان جو نالو مرض وڪڻڻ وارن ۾ لکيل آهي— ليون ڏينهن توهان سنگتڙن جا به سڻو

ڏوڪرا پاس ڪري موڪليا جوڪي طبي اصول جـي مطابق ماڻهن جي صحت لاءِ سخت نقصانڪار هئا ـــ ڏهه ڏينهن پهرين تقريباً ٻه هزار ڪيلن تي توهان پنهنجون اکيون بند ڪري ڇڏيون، جن ۾ هر هڪ بيماريءَ جي پڙي هئو ـــ ۽ اڄ توهان ان پراڻي ۽ غليظ عمارت کي بچائي ورتو- جنهن بيماريون ٿيون پيدا ٿين ٿيون ۽......"

عام طور تي هن کي اڳتي ڪجهه چوڻ جي ضرورت ئي پيش نه ايندي هئي ـــ ان ڪري جو هن جو سودو تمام گهٽ ڳالهائڻ سان ئي پڪو ٿي ويندو هئو.

هو هڪڙي سستي ۽ بازاري قسم جي اخبار جو ايڊيٽر هئو، جنهن جي اشاعت ٻه سئو کان وڌيڪ نـه هئي، اصل ۾ هو اشاعت جو قائل ئي نه هو- هو چوندو هو "جيڪي ماڻهو اخبار پڙهن ٿا سي بيوقوف آهن، ۽ جيڪي ماڻهو اخبار پڙهي ان ۾ لکيل ڳالهين تي يقين ڪن ٿا سي سڀني کان وڏا بيوقوف آهن- جن ماڻهن جي پنهنجي زندگي هنگامن سان پُر هجي، انهن جـو ڇپيل چيٽن سان ڪهڙو مطلب؟"

هو اخبار ان ڪري ڪونه ڪيندو هئو تـه کو هن کي مضمون لکڻ جو شوق هئو يـا هو اخبار جي ذريعي سان شهرت حاصل ڪرڻ پيو چاهي ـ نه، باڪل نـه ـــ هڪ ٻن ڪلاڪن جي مصروفيت کان سواءِ، جيڪا سندس اخبار جي اشاعت لاءِ ضروري هئي، باقي سڄو وقت هو انهن خوابن جي تعبير ڏسڻ ۾ گذاريندو هئو

جيڪي ڪيترا وقت کان هن جي ذهن ۾ موجود هئا. هو پنهنجي لاءِ هڪ اهڙو مقام ڳولهڻ پئي چاهي جتي کو هن کي تنگ نه ڪري— جتي هو اطمينان حاصل ڪري سگهي. پوءِ پلي اهو ٻن سيڪنڊن لاءِ ئي ڇو نه هجي—.

”جنگ جي ميدان ۾ فتح پلي ماڻهو مرڻ ڪنديءَ ئي هجي نه نصيب ٿئي، پر ٿئي ضرور— ۽ جيڪڏهن شڪست ٿي وڃي، مرڻو پوي تہ ڪهڙو حرج آ— شڪست کائيندا سين پر فتح حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي. موت انهن جو جيڪي موت کان ڀڄي جان ڏين، ۽ جيڪي زنده رهڻ جي ڪوشش ۾ موت کي چنبڙي پون. سي زنده آهن ۽ هميشه زنده رهندا. ڪهڙ ۾ ڪهڙ پنهنجي لاءِ!“

دنيا هن جي خلاف هئي، جيڪو ماڻهو به هن سان ملندو هو ڪانئس نفرت ڪندو هو. هو خوش هو، نفرت ۾ محبت کان وڌيڪ تيزي هوندي آهي. جيڪڏهن سڀ ماڻهو مون سان محبت ڪرڻ شروع ڪري ڇڏن ته پوءِ مان ته ان ڦيٿي وانگر ٿي وڃان، جنهن کي هيٺ مٿي، اندر ٻاهر، هر جاءِ تي تيل ڏنو ويو هجي— مان ڪڏهن به ان گاڏيءَ کي اڳتي نه ڌڪي سگهندس، جنهن کي ماڻهو زندگي چوندا آهن.“

تقريباً سڀ هن جي خلاف هئا ۽ هو پنهنجي انهن مخالفن کي ائين ڏسندو هو ڄڻ موٽر جي انجڻ ۾ لڳل

پرزن کي ڏسندو هجي ”اهي ڪڏهن ٽڏا نہ ٿيڻ کپن-“

۽ هن اچا ڏاڍين انهن کي ٽڏو نہ ٿيڻ ڏنو هو، هو ان آڙاهہ کي پرندو رکڻ پڻ چاهي- جنهن تي پنهنجا هٿ ٺئي هو ڪم ڪندو هئو- جنهن ڏينهن هو پنهنجي مخالفن ۾ ڪ هن ٺئين ساڏهوءَ جو واڏارو ڏسندو هو تہ پنهنجي دل کي چوندو هو ”ج مون آڙاهہ ۾ هڪ بي سڪي ڪاڻي وڌي چڏي آ، جيڪا گهڻي وقت ڏاڍين پرندي رهندي.“

سندس هڪ دشمن ڪنهن جلسي ۾ هن جي خلاف ڏاڍو زهر اوڳاڇيو، ايتريقدر جو هن کي گاريون بہ ڏنائين سندس ان دشمن جو خيال هو تہ اهي گاريون ٻڌي هن جي ننڊ ڦٽي پوندي- پر هو تہ ان ڏينهن معمول کان وڌيڪ آرام سان ستو- الٽو سندس دشمن جي ننڊ ڦٽي پئي، سڄي رات اکين ۾ گذاريائين، سڄي رات ضمير ستائيندو رهيس، نيٺ صبح جو اٿي هن وٽ آيو ۽ معافي گهريائينس- ”مون کي ڏاڍو افسوس آهي جو مون توهان جهڙي بلند اخلاق انسان کي گاريون ڏنيون....دراصل اصل ۾ اهو مون ڏاڍي تڪڙ ۾ ڪيو، سوچڻ سمجهڻ کان سواءِ.... مون کي ڀڙڪايو ويو هو- مان پنهنجي ڪئي تي شرمندہ آهيان، مون کي اميد آ تہ توهان مون کي معاف ڪندا، مون کان تمام وڏي غلطي ٿي!“

بلند اخلاق! انهي لفظ اخلاق کان هن کي ڏاڍي چڙ هئي- اخلاق— انسانيت جي منهن تي تهہ چڙهيل

اخلاق، اخلاق، اخلاق.... يعني ڇا؟
هي نہ ڪر، هو نہ ڪر جي ٻي معنيٰ وڌو — انسان جي
آزاد سرگرمين تي سينسر!

ڪيس خبر هئي تہ سندس ڪمزور دل دشمن ڪوڙ
ڳالهايو هو- پر الائي ڇو هن کي ڪاوڙ ڪونہ لڳي-
مرڪو هن کي ائين محسوس ٿيو تہ جيڪو ماڻهو معافي
پيو گهري ان جي ڪا عزيز ترين شيءِ فنا ٿي وئي آ-
هو ڏاڍو بي رحم سمجهيو ويندو هو — ۽ اصل ۾ هو
هئو بہ ڏاڍو بي رحم، نرم و نازڪ جذبات کان سندس
دل بلڪل خالي هئي — پر ان پٿر جهڙي دل تي هن
کي ڪا شيءِ رڙهندي محسوس ٿي. ڪيس ان ماڻهوءَ
تي رحم اچڻ لڳو —

"اڄ تون روحاني طور تي مري وئين ۽ مون کي
تنهنجي ان موت تي افسوس آ!"

اهو پڌي هن جي دشمن کي وري گاريون ڏنيون
پيون، پر سندس ڪنن تائين ڪو آواز ڪونہ پهتو-گهڻو
وقت ٿيو تہ هو ان کي ڪنهن قبرستان ۾ دفن ڪري
چڪو هئو.

ڇهن سالن کان هو ائين ئي پيو جيئي، زبردستي،
دنيا جي مرضيءَ جي خلاف — گهڻيون ئي طاقتون ڪيس
برباد ڪرڻ لاءِ آتيون هيون- پر هو پنهنجي وجود جو
هڪ ذرو بہ جنگ ڪرڻ کان سواءِ هنن جي حوالي

ڪرڻ لاءِ تيار نه هو— جنگ، جنگ، جنگ- هر دشمن طاقت خلاف جنگ- رحم کان بي خبر، عشق و محبت کان پرهيز- اميد، خوف ۽ استقبال کان بيگانو- ۽ پوءِ جيڪو ٿئي سو ٿئي!!

چئن سالن کان هو زماني جي تيز هوائن ۾ هڪ مضبوط ڏڳهي وڻ وانگر بيٺو هو- منڊ جي مٺا سٺا تي سگهي ٿو هن جي جسم تي اثر ڪيو هجي، پر سندس روح تي اڃان تائين ڪو اثر نه- ٿيو هو. اهو ساڳيو اهڙي جو اهڙو هئو— جهڙو چار سال پهرين هو- لوهه وانگر سخت- اها سختي قدرت جي طرفان نه- هئي پر هن پاڻ پيدا ڪئي هئي. هو چوندو هو. ”نرم و نازڪ روح ڪي پنهنجي سيني ۾ رکي تون زماني جي سخت زمين تي نٿو هلي سگهين. جيڪو گل جي پتيءَ سان هيري جو جگر ڪپڻ چاهي انهي کي پاڳل خاني ۾ بند ڪرڻ کپي—“

شاعرائن خيالن کي هن پنهنجي دماغ ۾ ڪڏهن جاءِ نه ڏني ۽ جيڪڏهن غير ارادي طور تي اهڙا خيال سندس دماغ ۾ پيدا تي ويندا هئا ته هو انهن ”حرامي ٻارن“ جي هڪدم نڙي گهٽيندو هو- هو چوندو هو ”مان انهن ٻارن جو پيءُ نٿو ٿيڻ چاهيان جيڪي منهنجي ڪلهن تي بار تي پون-“

هن پنهنجي حياتيءَ جي ساز جا سڀ تار پٽي اڇلائي ڇڏيا هئا جن مان نرم و نازڪ سر نڪرندا آهن-

”زندگيءَ جو صرف هڪڙو ساز آ جيڪو رجز آهي، جوڪو اڳتي وڌڻ، حملو ڪرڻ، مرڻ ۽ مارڻ جو جذبو پيدا ڪري ٿو — ان ساز کان سواءِ باقي سڀ راڳ فضول آهن، جيڪي جسم تي ڏڪ چاڙهي ڇڏيندا آهن.“

سندس دل جوانيءَ جي باوجود عشق و محبت کان خالي هئي - هن جي نظرن آڏو هزارين خوب صورت ڇوڪريون ۽ عورتون گذري چڪيون هيون - پر انهن مان ڪنهن هڪ به سندس دل تي اثر نه ڪيو هو - هو چوندو هو - ”هن پٿر ۾ عشق جا جيوڙا نٿا اڀجي سگهن!“

هو اڪيلو هو - بلڪل اڪيلو - ڪجيءَ جي ان وڻ وانگر جيڪو ڪنهن ٿَل واريءَ ۾ اڪيلو بيٺو هجي - پر هو ان اڪيلائي کان ڪڏهن نه گهٻرائيندو هو، اصل ۾ هو اڪيلو ڪڏهن هوندو ئي ڪونه هو - ”جڏهن مان ڪم ۾ مشغول هوندو آهيان ته اهوئي منهنجو ساٿي هوندو آ — ۽ جڏهن مان ان کان واندو ٿيندو آهيان ته منهنجا پيا ويچار منهنجي آس پاس گڏ ٿي ويندا آهن - مان سدائين پنهنجي دوستن جي محفل ۾ هوندو آهيان.“

هو پنهنجا ڏينهن ائين گذاريندو هو جڻ انب کائيندو هجي، شام جو جڏهن هنڌ تي ليٽندو هو ته ائين محسوس ڪندو هو جڻ هن ڏينهن کي چوسيل ڪڪڙيءَ وانگر اڇلائي ڇڏيو هجي - جيڪڏهن توهان سندس ڪمري جي پٽ هجو ها ته اهي لفظ وري توهان جي ڪنن

سان ڏڪرائجن ها، جيڪي سمهڻ وقت هن جي زبان مان نڪرندا هئا. ”اڄ جو ڏينهن ڪهڙو ڪنو هئو — هن سال جي نوڪري ۾ جي پيا ڏينهن بہ اهڙي ئي قسم جا هوندا تہ مزو اچي ويندو!“ ۽ راتيون — تورڙي روشن هجن يا اونداهيون — سندس نظر ۾ طوائفون هيون، جن کي هو سڄ اڀرندي ئي وساري ڇڏيندو هو.

ڇهن سالن کان هو انهن ئي ٻيو زندگي گذاري. انهن لڳو هو ڇڻ هو ڪنهن اتاهين جاءِ تي ويٺو هجي، هيٺ ڪٿي، زماني جو لوهي قيٽو هن جي سامهون پيو گذري ۽ هو ان ڦيٽي تي پنهنجي هٿوڙي سان ڏڪ هڻي پنهنجا ٽپا هڻندو ٿو وڃي. هڪ ڏينهن جڏهن گذري ٿو تہ هو ڦيٽي کي ٿوري دير لاءِ جهلي ٿو وٺي ۽ پوءِ ڇڏي، چوي ٿو ”هاڻي وڃ. مان توکي چڱي طرح استعمال ڪري چڪو آهيان.“

ڪجهہ ماڻهن کي افسوس ٿيندو آ تہ اسان فلاڻو ڪم فلاڻي وقت تي ڇو نہ ڪيو. ۽ اهو پڇتاءُ هو گهڻي دير تائين محسوس ڪندا آهن. پر هن کي اڄ تائين ان قسم جو افسوس يا ڏک نہ ٿيو......جيڪو وقت سوچڻ ۾ ضايع ٿيندو آ، هو ان مان بنا سوچڻ سمجهڻ جو فائدو وٺڻ جي ڪوشش ڪندو هو. پوءِ پلي ڪيس نقصان ئي ڇو نہ ٿئي. جيڪڏهن سوچي سمجهي هلڻ ۾ فائدو هجي ها تہ پيغمبرن ۽ نيڪ ماڻهن

جي زندگي ڏکن ۽ مصيبتن سان پريل هرگز نہ هجي ها- جيڪي هر ڪم سوچي سمجهي ڪندا هئا. جڏهن سوچ ويچار ڪرڻ کان پوءِ بہ نقصان ٿئي يا ناڪاميءَ کي منهن ڏيڻو پوي تہ پوءِ ڇا ان کان بهتر ناهي تہ سوچ ويچار ۾ پوڻ کان سواءِ ئي نتيجن کي منهن ڏجي!"

انهن ڇهن سالن ۾ هن ڪـي هزارين ناڪامين کي منهن ڏيڻو پيو، رڳو منهن نہ ڏيڻو پيو، پر مٿي کان پير تائين ڏسڻو پيو— پر هو پنهنجي اصول تي اٽين ئي قائم رهيو جيئن تيز لهرن ۾ ڪو جبل بيٺو هجي.

اڄ رات ٻارهين بجي کان پوءِ ئي نئون سال سندس سامهون پئي آيو ۽ پراڻي سال کي هو هضم ڪري ويو هو، بنا اوڳرائي ڏيڻ جي—

نئين سال جي اچڻ تي هو خوش هو، جيئن ملهہ جي ميدان ۾ ڪو نامور پهلوان پنهنجي نئين مخالف پهلوان ڏانهن ڏوڪيندو وڌندو آهي— تيئن هو نئين سال جي مقابلي لاءِ هٿيار ڪڍي تيار ٿي بيٺو هو- هاڻي هو بلند آواز ۾ چئي رهيو هو "مان ڏو جهڙن ڇهن پهلوانن کي هارائي چڪو آهيان، هاڻي توکي بہ ڦهڪو ڪري ڪيرائيندس—"

دل پري خوشي ماڻڻ کان پوءِ هو نئين ڪئلينڊر ڏانهن وڌيو، جيڪو هڪ ميري ڀت تـي مٿئين پاسي لڳل هو— تاريخ واري پاسي کان هن هڪ مٺ سان مٿيون ڪاغذ پري ڪري ڇڏيو "ڏورو پردو تہ هٽاءِ—

ڏسائن کهڙي شڪل آ تنهنجي...... مان آهيان تنهنجو مالڪ، تنهنجو آقا.... تنهنجو سڀ ڪجهه!"

پهرين جنوريءَ جي تاريخ جو پنو ظاهر ٿيو. هڪڙو ٽهڪ بلند ٿيو ۽ هن چيو—

"سياڻي رات تون به فنا ٿي وينديئن!"

ترجمو: صبيحه قاضي

# برقعو

ظهير جڏهن ٽرڊ ايئر ۾ پهتو ته هن هڪ ڏينهن محسوس ڪيو ته ڪيس عشق ٿي ويو. ۽ عشق به اهڙو جــو هن ڪنهن قسم جو.

ٽرڊ ايئر ۾ داخلا ملڻ ڪان پوءِ پهرين ڏينهن جڏهن ڪاليج ڪان گهر پهتو ته دل ۾ ڏاڍو خوش هو ڇاڪاڻ ته ڪيس داخلا نه پر لڪل خزانو مليو هجي. هو جيئن ئي گهر ۾ داخل ٿيڻ وارو هو ته هن جي نظر هڪ ٽانگي تي پئي ۽ ٽانگي مان لهندڙ هڪ ڇوڪري. هن ٽانگي مان لهندي هزارين ڇوڪريون ڏٺيون هيون پر هيءَ ڇوڪري سندس دل جي پاتال ۾ پهچي وئي.

ڇوڪري ٽانگي واري کي ڀاڙو ڏئي ظهير جي پر واري گهر ۾ داخل ٿي. ظهير سوچيو ته هو ان جي موجودگي ڪان ايترو غافل ڪيئن رهيو آهي.

حقيقت هي هئي ته ظهير آواره قسم جو نوجوان ڪونه هيو. هن کي صرف پنهنجي ذات سان دلچسپي هئي. سوير اٿندو، ڪاليج ويندو، ليڪچر ٻڌندو ۽ گهر واپس ايندو، ٿورو آرام ڪندو ۽ پوءِ پڙهائي ۾ مصروف.

هونئن به ڪاليج ۾ ڪيترائي ڇوڪريون سندس ڪلاس ميٽ هيون پر هن اج تائين ڪنهن مان نـــه ڳالهايو هو. اها ڳالهه ڪونه هئي ته هو ڪو رکو هو

پر حقيقت ۾ ته، هن جو سڄو وقت پڙهائي ۾ گذرندو هو. پر جڏهن هن ٻهريون پيرو ان ڇوڪري کي ڏٺو هو ته ان ڏينهن جو پوليٽڪل سائنس جو ليڪچر ۽ حافظ جا شعر ڦر ڪري سندس ذهن مان اڏامي ويا. صرف هو انهن هٿن بابت سوچڻ لڳو هو جنهن ۾ هن ڪتاب ڏٺا هئا. سنهڙيون- سنهڙيون اڇيون آگريون.

ظهير ان جي صورت ڏسڻ چاهي پر هن جي برقعي جو ڪپڙو ايترو ته ٿلهو هو جو ڪيس ڪجهه به نظر نه آيو. ڇوڪري تيز تيز وکون کڻي هن جي پير واري گهر ۾ هلي وئي هئي پر هو اڃا تائين آت بت ٻئي بيٺو رهيو. هن سوچيو ته ايترو ويجهو هوندي به چاڻ سڃاڻ ڪونهي.

گهر ۾ گهڙندي ئي هن ماءُ کان سوال ڪيو.

”اسان جي پاڙي ۾ ڪير رهن ٿا؟“

سندس ماءُ لاءِ اهو سوال حيرت ۾ وجهندڙ هو.

”ڇو؟“

”بس ائين ئي پڇيم-“

”ٽي ڀينر ۽ هڪ ڀاءُ آهن؛ سندن ماءُ پيءُ مري چڪا آهن، سندن ڀاءُ وڏو آهي اهوئي سندن لاءِ سڀ ڪجهه آهي. ڏاڍو سٺو ڇوڪر آهي. هن پنهنجي شادي ان لاءِ نه ڪئي آهي ته پهريون سندس ڪلهن تان ڀينرن جو بار لهي.

ظهير کي انهن ڳالهين سان ڪابه دلچسپي نه هئي.

هو صرف چاڻڻ چاهي پيو ته ان ڇوڪري جي باري ۾ ڄيڪا هٿ ۾ ڪتاب ڪڻي ٽاڪ سان پر واري گهر ۾ داخل ٿي هئي. ۽ هوءَ انهن ڏنهي مان هڪ هئي.

ماڻي ڪاٺي هو پڪي هيٺان ليٽي پيو. هن جي عادت هئي ته ماني ڪاڻڻ ڪان پوءِ هڪ ڪلاڪ ضرور سمهندو هو پر ان ڏينهن ڪيس ننڊ نه آئي. سوچون وڻ ويڙهي جيان وڪوڙي ويس.

ڪئي ڏينهن گذريا پر وري ان ڇوڪري سان ميل نه ٿيو. ڪئي ڏينهن هو گهر جي ڇت تي بيهي ان جي اچڻ جي اوسيئڙي ۾ رهيو. پر هن ڪي نه اچڻو هو نه آئي. ظاهر مايوس ٿي ويو. هن سوچيو هي ڳالهيون سڀ بيڪار آهن، پر عشق ڪيس بيهڻ نٿي ڏنو.

هن آخر ۾ سوچيو ته ڇا به ٿي پوي هو ان ميدان ۾ مڙس ماڻهو نڪرندو

گهڻن ڏينهن ڪانپوءِ جڏهن هو ڪاليج ڪان واپس وريو ٿي ته هن پنهنجي اڳيان هڪ ٽانگو ڏٺو. جنهن ۾ برقعي واري ڇوڪري ويٺي هئي. هن جو اندازو بلڪل ٺيڪ نڪتو ڇو ته اهائي ڇوڪري هئي. ٽانگو بيٺو ظاهر بہ سائيڪل تان لهي بيٺو. ڇوڪري جي هڪ هٿ ۾ ڪتاب هئا ۽ ٻئي هٿ سان هن ٻاڙو ادا ڪيو ۽ هلڻ لڳي، پر ٽانگي واري ڪيس پويان سڏ ڪيو.

”اي بيبي اوهان ڇا ڏنو—“

هن جي لهجي ۾ بدتميزي هئي. ڇوڪري بيهي.

برقعي جي نقاب مان ٽانگي واري کي ڏٺو. ”ڇا ڳالهه آهي؟“

ٽانگي وارو لهي آيو ۽ هن جي هٿ تي اٺ آنا رکي چوڻ لڳو ”اٺ آنا ڪرايو نه ٿيندو.“

ڇوڪري ڏڪندڙ لهجي ۾ ورائيو. ”مان روزانو ايترو ڏيندي آهيان.“

ٽانگي وارو ڏاڍو واهيات هو، چوڻ لڳو.

”اوهان سان رعايت ڪندم پر ــــ!“

اهو ٻڌي ظهير جوش ۾ اچي ويو، سائيڪل ڦٽي ڪري، سڌو اچي ٽانگي واري کي هڪ ٺونشو وهائي ڪڍيو. هو ٿڙي ڪري پيو. ظهير ڇوڪري کي چيو، ”اوهان وڃو مان هن حرامي سان پاڻ ئي منهن ڏيندس.“

ڇوڪري چوڻ چاهيو شايد مهرباني جا لفظ نڙي ۾ اٽڪي پيس، هوءَ ڪجهه چوڻ بنائي هلي وئي.

ظهير ڏاڍو خوش هو ڇو جو پنهنجي محبوبه جي اکيان بهادري ڏيکاري هئي. ۽ هن ائين ڀـــ محسوس ڪيو هو ته ڇوڪريءَ گهر ۾ گهڙندي هن کي غور سان تڪيو هو.

ان بعد ئي ظهير مٿي ڪان پيرن تائين هن جي عشق ۾ گرفتار ٿي ويو. ۽ هن پنهنجي ماءُ کان جاچ ڪري هن جو نالو ڄاڻي ورتو هو. ياسمين هن جي محبوبه جو نالو هو.

نالي ڄاڻڻ کانپوءِ هن سوچيو ته پنهنجي محبوبه کي

هڪ زوردار خط لکي. هن ڪيئي خط لکيا ۽ ڦاڙي ڇڏيا پر آخرڪار هن هڪ ٻڍو خط لکي رکيو ۽ سوچيو ته هن کي اهو خط ضرور ڏيندو.

گهڻن ڏينهن کانپوءِ ظهير سائيڪل تي ڪاليج کان واپس ورئو ٿي ته هن جي نظر سامهون ويندڙ ٽانگي تي پئي جنهن ۾ ياسمين ويٺل هئي. هوءَ جڏهن گهر وڃڻ لڳي هئي ته هن همت ڪري، کيسي مان خط ڪڍي ان کي ڏيندي چيو.

”هي اوهان جو ٽانگي ۾ وسري ويو هو.“

ياسمين هن کي برقعي مان گهور ڪري ڏٺو ۽ پوءِ مرڪي چيو.

”مهرباني“

اهو چوندي ئي هوءَ هلي وئي. ظهير پرسڪون ٿي ويو پر سندس دل زور زور سان ڌڙڪي رهي هئي ڇو جو هن کي پتو نٿي پيو ته خط جو حشر ڇا ٿيندو. اڃا اتي ئي بيهي حشر متعلق سوچي رهيو هو ته هڪ ٻيو ٽانگو اچي بيٺو. ان مان ٻه هڪ برقعي واري ڇوڪري لٿي ۽ ڪرايو ادا ڪري گهر هلي وئي پر ظهير کي ائين لڳو ته اها ڇڻ ياسمين هجي. ظهير سوچيو ته شايد اها سندس ننڍي ڀيڻ هجي.

ظهير خط ڏئي اهو سمجهيو ٿي ته ڇڻ اڌ فتح حاصل ڪري چڪو آهي. پر ٻئي ڏينهن هڪ ننڍڙي ڇوڪري

جي هٿان ڪيس هڪ ڪاغذ جو ٽڪر مليو ته هن کي يقين ٿي ويو ته هن سچي فتح حاصل ڪئي آهي. ڪاغذ تي لکيل هو.

”اوهان جو محبت نامو مليو. جن جذبات جو اوهان ذڪر ڪيو آهي ان متعلق مان ڇا چوان- مان اوهان جي ٻانهي آهيان-“

اهو پنو پڙهندي ڏي ظهير جي وات گودو ٿي ويو- ڪوبه پيرڏ اڳيئين ڪري نه سگهيو رڳو وتيو ٿي باغ ۾ ڦيرا پائيندو ۽ ڪاغذ پڙهندو.

ٻه ڏينهن گذري ويا پر ياسمين سان سندس ڏيک ويک نه ٿي. هن کي سخت گهٽي ٿي ٿيو ته هن هڪ ٻيو خط لکي رکيو هو ۽ هن کي ڏيڻ ٿي چاهيو.

ٽئين ڏينهن ظهير کي هو ٽانگي تي نظر آئي. جڏهن هن ياڙو ڏنو ۽ وڃڻ لڳي ته ظهير سائيڪل کي هڪ پاسي اڇلائي هن ڏانهن مڙيو- ۽ ياسمين جو هٿ پڪڙيندي چيو-

”سرڪار هي چند ڪاغذ اوهان جا ٽانگي ۾ رهجي ويا هئا.“ ياسمين ڪاوڙ مان هٿ کي جهٽڪو ڏئي هن کان هٿ ڇڏايو ۽ تکي لهجي ۾ چيو.

”بدتميز- توکي شرم ڪونه ٿو اچي-“

اهو چئي هوءِ هلي وئي. ۽ ظهير جا محبت ڀريل خط هوا ۾ وکري هيڏانهن هوڏانهن ڌرتي تي ڦهلجي ويا. هو وائڙو هو ته جا ڇوڪري چئي سگهي ٿي ته

مان تنهنجي ٻانهي آهيان. سا وري اهڙو رويو ڪيئن اختيار ڪري سگهي ٿي هن سوچيو ته شايد اهو به هن جو انداز هجي.

ڏينهن گذرندا رهيا. ظهير جي ذهن تي ياسمين جا اهي لفظ هر وقت سوار رهيا. بدتميز توکي شرم نٿو اچي، پر ان سان گڏ ڪيس اهي لفظ به چٽي نموني ياد هئا ته "مان تنهنجي ٻانهي آهيان."

ظهير ان دوران ڪيئي خط لکيا ۽ ڦاڙي ڇڏيا. هن سوچيو ته سڀني لفظن ۾ هو ياسمين کي چوي ته هن سندس محبت جي توهين ڪئي آهي. پر هن کي لفظ نٿي مليا. خط لکيا ٿي پر سڀ بيڪار. ان ڪري هن سڀ خط ڦاڙي ٿي ڇڏيا.

هڪ ڏينهن هن وٽ هڪ ڇوڪر ڇا ڪلي آيو. ۽ کيس هٿ ۾ ڏئي هليو ويو. هن سائيڪل جي هوا ڀرڻ جي پمپ هڪ پاسي رکي اهو لفافو کوليو هڪ ننڍڙي پني تي لکيل هو.

"اوهان ايترو جلد مون کي وساري ويٺا. ڪيڏانهن ويا اوهان جا وعدا. خير اوهان وساريو ته ڀلي وساريو پر هي ٻانهي ڪڏهن به وساري نٿي سگهي."

ظهير حيران پريشان ٿي ويو. هن اها چٺي ور ور ڪري پڙهي. سندس سامهون ڏانگي ۾ ياسمين وٺي پي هن تڪڙ ڪئي ۽ ڏانگي هلڻ کان اڳ ڏي هن ياسمين جي پير ۾ اينڊي ڇهو.

”توهان جي چٺي ملي- خدا واسطي پاڻ کي پانهي نه چوندي ڪر. مون کي ڏک ٿيندو آهي.“

ياسمين برقعي جو پلئو مٿي ڪيو ۽ ڪاوڙ وچان چوڻ لڳي -

”بدتميز—— توکي شرم نٿو اچي. مان تنهنجي ماءُ کي اڄ ئي چوندس تہ تون مون سان حرڪت پيو ڪرين.“

ٽانگو پل ڪر ۾ اکين اڳيان غائب ٿي ويو. ظهير جي هٿ ۾ چٺي رهجي وئي ۽ سوچيندو رهيو تہ هي ڇا پيو ٿئي. هڪ پاسي اقرار ٻئي پاسي انڪار. پوءِ هن جي ذهن ۾ هڪ ڳالهہ پئي آئي تہ اهو محبوبن جو انداز آهي. هو چاهيندڙيون آهن تہ اهڙي ڪامل نموني رستي تي هنن سان اهڙو اظهار نہ ڪيو وڃي. خط و ڪتابت سان ئي سڀ ڳالهيون حل ڪيون وڃن.

ان ڪري ٻئي ڏينهن ٿي هن هڪ ڊگهو خط لکيو ۽ هو جڏهن ڪاليج کان واپس وريو تہ هن ياسمين کي ٽانگي ۾ ڏٺو جيڪا ٽانگي کان لهي پاڙو ڏئي رهي هئي. هن هڪ پاسي سائيڪل بيهاري خط هن جي هٿ ۾ ڏئي ڇڏيو هن ڪجهہ نہ ڪچيو صرف برقعي مان ظهير ڏي نهاري هلي وئي.

ظهير ائين محسوس ڪيو تہ هوءَ برقعي اندران مرڪي رهي هئي. هن جو حوصلو وڌي ويو. انڪري ٻئي ڏينهن هو جيئن ئي ڪاليج وڃڻ لاءِ گهر کان

ٻاهر نڪتو ته هوءَ بيڊل هئي. شايد ٽانگي جو اوسيڙو پئي ڪيائين. سڄي هٿ ۾ ڪتاب هيس ۽ ڪاٻو هٿ خالي هيس جيڪو هوا ۾ جهوليو ٿي.

ميدان خالي هو يعني بازار ۾ آمدرفت ڪونه هئي. ظهير موقعي جو فائدو وٺڻ خاطر، هٿ ۽ حوصلو ڪري ان جي پر ۾ اچي بيٺو ۽ هن جو هڪ هٿ پنهنجي هٿ ۾ ڪري جذباتي لهجي ۾ ورائيو ته ڊارلنگ اها ڪهڙي شرافت آهي، هڪ پاسي تون خطن ۾ پيار جو اقرار پئي ڪرين ته ٻئي ڪرين ۽ ٻئي طرف گاريون پئي ڏئين.

ظهير اڃان مس ابتدائي لفظ چيا ته ياسمين سينڊل لاهي هن جي مٿان وسڪارو لائي ڏنو. ظهير جا حوصلا خطا ٿي ويا. ياسمين هـــن کي بيشمار گاريون ڏنيون پر هن جي حوصلي خطا ٿيڻ سان هن هڪ ٻه گار نه ٻڌي. هو وائڙو ٿي پنهنجي گهر طرف وڌيو مٿان ڪو ڏسي وٺي. هن سائيڪل ڪنئي ۽ ڪاليج ڏانهن وچـڻ وارو ٿي هو ته ٽانگو هليو ۽ ياسمين هلي وئي. هن کي مس مس سانت آئي. اپتري ۾ هڪ برقعي واري ٻـي ڇوڪري ان ٽـــي گهر مان نڪتي جنهن گهر مان ياسمين نڪتي هئي هن ظهير کي ڏسي هٿ سان اشارو ڪيو پر ظهير ڊنل هو بيٺو رهيو.

جڏهن ڇوڪريءَ ڏنو ته ظهير نه چريو تـــه هوءَ سندس پر ۾ اينڊي هڪ ڪاغذ جو پرزو سندس اکيان

ڪيرائي هلي وڌي.

"ظهير ڪاغذ ڪنهن لکيل هو.

"تون مون کي ڪيستائين بيوقوف بڻائيندين تنهنجي ماءُ منهنجي ماءُ سان چڱو نٿي ملي. اڄ ڀلاره سئنيما تي مل- ٺيڪ ٣ بجي.

تنهنجي پروين

## ترجمو- رانجهو جمالي

# غسل خانو

وڏي دروازي وٽان اندران اينديءَ ڏاڪڻين جي پٺيان
۾ هڪ ننڍڙي ڪوٺي آهـــي جنهن ۾ ڪڏهن چيٽا ۽
ڪٺيون رکيا ويندا هئا پر هينئر ان ۾ نل لڳائي مردانو
غسل خانو ٺاهيو ويو آهي. فرش مضبوط بڻايو ويو آهي.
چاڪاڻ ته گهر جي پيڙهه ۾ پاڻي نه هليو وڃي. هن ۾
صرف هڪڙي دري آهي جيڪا ٻاهريـن گهٽيءَ ڏانهن
کلي ٿي. هن ۾ رنگ لڳل شيشون لڳل آهن.

مان پنجين درجي ۾ پڙهندو هوس جڏهن اهو غسل
خانو منهنجي زندگيءَ ۾ داخل ٿيو. توهان کي تعجب ٿيندو
ته غسل خانا انساني زندگيءَ ۾ ڪيئن داخل ٿين ٿـــا.
منهنجي ڪهاڻي ٻڌندا ته اوهان کي ڄاڻ پوندي تـه هي
غسل خانو منهنجي زندگيءَ ۾ ڪيئن داخل ٿيو ۽ منهنجي
زندگي جو حصو بڻجي ويو.

هونئن ته مان غسل خاني کان ان وقت کان واقف
آهيان جڏهن هن ۾ چيٽا وغيره پيل هوندا هئا.

هڪ ڏينهن جي ڳالهه آهي تـه اسڪول کان گهر
ايندي سردار دوهاسنگهه ميوي فروش وٽان هڪڏاڙهون
چورايم مان ۽ منهنجا دوست هر روز اتان ڪجهه نـه
ڪجهه چورائيندا هئاسين سردار دوها سنگهه سڄو ڏينهن

نشي ۾ الوٽ پيو هوندو هو، پــر اسان وٽي چوري
ڪونه ڪندا هئاسين، ڪڏهن ٻـه چـار انگور، ڪڏهن
ڪو صوف، ڪڏهن ٻاڪ وغيره. هڪ ڏينهن مــون
زيادتي ڪئي ۽ پڪڙجي پيس.

دوهه‌اسنگهه، هڪدم پنهنجي ابدي ننڊ مان جاڳيو
تيزي ۽ ڦڙتي سان دڪان تان لهي مون کي پڪڙيو
جو مان دنگ رهجي ويس. ان سان گڏ منهنجا حواس
خطا ٿي ويا. پهريون ته مان چوريءَ کي راند سمجهندو
هوس پر جڏهن سردار جا پادر ڪاڏم ڌـه خبر پئي ته
چوري ڇاهي!

ننڍ پڻ ڪان ٿي مون کي اهو خيال رهيو آهي ته
ماڻهن جي آڏو ذليل نه ٿيان. پوءِ جڏهن پيريل بازار ۾
پاڻکي ذليل ٿيندو ڏٺم ته سردارجي ڪان معافي ورتم
اڳتي لاءِ توبهه، ڪيم. هن جي دل ڏاڍو چڱي‌هئي. مون
ڪان ڏاڙهون ڦري، ٽوڪري ۾ رکندي چيو.

”وڪيل صاحب اچي ته ان‌کي ٻڌايان ٿو ته ننهنجي
پٽ هاڻي چوري ڪرڻ شروع ڪئي آهي.“

منهنجي دل ٻيهجي وئي، مـان سمجهيم تـه جلدي
جان ڇٽي. مون دل ۾ سوچيو ته جيڪڏهن هي‌ڪمبخت
سردار جي بابي سان ڳالهه ڪئي ته بابو واويلا‌ڪندي
سڄي گهر کي منهنجي چوري بابت ٻڌائيندو.

جنهن وقت سردار بابي جــو نالو ورتو، منهنجي
اکين اڳيان بابي جي تصوير اچي وئــي. پيريل ٿيلهو

منهنجي ڪچ ۾ ڪورو ٿي ويو. تنهن مان طاقت نڪري وئي. دل ڌڙڪڻ لڳي. هر هر بابي جي غصي واري شڪل اکين اڳيان ڦرڻ لڳي.

سخت پريشاني جي عالم ۾ گهر پهتس. غسل خاني وٽ رکجي سوچڻ لڳس ته جيڪڏهن واقعي سردارجي بابي کي منهنجي چوري متعلق ٻڌايو ته گهر ۾ طوفان اچي ويندو. بابو سڀ ڪجهه معاف ڪري ڇڏيندو. هو پر چوري ڪڏهن معاف نه ڪندو هو.

اسان جي پراڻي نوڪر نبوءَ هڪ دفعي ڏهه روپيا امان جا چورايا. امان هن کي معاف ڪري ڇڏيو پر جڏهن بابي کي خبر پئي ته هن کي ڪڍي ڇڏيو ۽ چيائين.

”مان پنهنجي گهر ۾ ڪنهن چور کي نٿو رهائي سگهان.“

هن جا اهي لفظ منهنجي ڪنن ۾ ڪئين دفعا گونجڻ لڳا. مان مٿي وڃڻ لاءِ اڃان پير ڏاڪي تي رکيا هيم ته هن جو آواز آيو. خبر ناهي هو منهنجي وڏي پاءُ کي ڇا چئي رهيو هو پر مان سمجهيم ته هو نبوءَ کي گهر کان ڪڍي رهيو هو ۽ منهنجي ڪنن تي اهي آواز اچي رهيا هئا.

”مان پنهنجي گهر ۾ ڪنهن چور کي رهائي نٿو سگهان.“

منهنجا پير ڳوڙها ٿي ويا ۽ مٿي وچڙ بدران هيٺ لهي آيس. خبر ناهي دل ۾ ڇا ٿيو. مان غسلخاني ۾ وڃي سچي دل سان دعا گهري ته بابي کي منهنجي چوري جي ڄاڻ نه پوي، دعا گهرڻ کان پوءِ منهنجي دل جو بار هلڪو ٿيو. ان ڪري مان مٿي هليو ويس.

خدا منهنجي دعا قبول ڪئي. سردار دوها سنگهه جي دڪان اڃا قائم آهي پر اڃا تائين بابي سان چوري جو ذڪر نه ڪيو اٿس. فضل خاندو اتان کان منهنجي زندگيءَ ۾ داخل ٿيو.

هڪ دفعو ٻيهر اهڙي ڳالهه وري ٿي. مان مڙي خاطر بازار ۾ ٻهريون دفعو سگريٽ پيئندو ٿي ويس ته بابي جي دوست ڏسي ورتو. ان ڪاوڙ وچان سگريٽ کي اڇلائي ڇڏيو ۽ چيائين، ”تون ڏاڍو آواره ٿي ويو آهين توکي وڏن جو خيال ڪونهي. تنهنجي بابي کي چئي اڄ ئي توکي مار ڪيرايان ٿو.“

ڏاڙهون جي چوريءَ جي بنسبت سگريٽ پيئڻ اڃا به خطرناڪ هيو. منهنجو بابو خود سگريٽ پيئندو هو پر پنهنجي اولاد لاءِ انهي کي سختي سان منع ڪئي هئي. هڪ ڏينهن منهنجي پاءُ جي کيسي مان سگريٽن جو پاڪيٽ نڪتو هو ته هن کي هڪ ٿڦر وهائيندي چيو هئائين،

"جيڪڏهن مان پهر توکي سگريٽ ڏنو ته توکي ان ڏينهن گهر مان ڪڍي ڇڏيندس."

منهنجو پاڻ سمجهي ويو هو ۽ هر روز هڪ سگريٽ آڻيندو هو ۽ لڪي لڪي پيئندو هو.

مان منهنجي پاڻ کان ٻي سال ننڍو آهيان، ظاهر آ جيڪڏهن منهنجو سگريٽ پيڻ اهو بہ کلي بازار ۾ بابو ڪنهن بہ نموني برداشت نہ ڪري ها. منهنجي پاڻ ثقلين کي تہ بابي صرف ڌمڪي ڏني هئي پر مون کي تہ يقينن گهر کان ڪڍي ڇڏي ها.

گهر ۾ گهرڻ کان اڳ ۾ غسلخاني ۾ دل سان دعاگهري تہ اي رب منهنجي پيءُ کي منهنجي سگريٽ پيڻ جي چاڻ نہ ٿوي. دعا گهرڻ کان پوءِ منهنجي دل مان خوف گهٽيو ۽ مٺي هليو ويس.

اوهان چوندا تہ هرويرو غسلخاني ۾ وڃي دعا ڇو گهرجي پيا هنڌ بہ آهن. بابي کي چاڻ نہ پئي چاڪاڻ جو بابي جو دوست انهي ڏي شام جو ڪلڪتي هليو ويو. جتي هو مستقل رهي پيو.

غسلخاني تي اچا پختو يقين ان لاءِ ٿيو جو مان ڏهين درجي ۾ دعا گهري ۽ قبول پئي. ميٽرڪ جو پيپر هو. مان غسلخاني ۾ وڃي سڄو ڪتاب ڦاڙي پاڻوٽ رکيو ۽ دعا گهري تہ ڪنهن مٿان بيهل استاد

جي نظر نه پوي ۽ مان ڪاپي ڇڱي نموني ڪري
وٺان ۽ ٿمو به اٿمن.

هڪ دفعو نه ڪيئي دفعا اٿمن ٿمو غسلخاني ۾
گهريل هر دعا قبول ٿئي. منهنجي پاڻ کي اهـا خبر
هئي پر اهو اهي ڳالهوون ڦالتو سمجهندو هو. ڇا بس
تي ٿئي منهنجو تجربو آهي ته غسلخاني ۾ گهريل دعا
قبول پئي. مان پڻ هندن تي به دعا گهري ڪتي به
قبول نه ٿئي. اٿمن ڇو ٿمو ان جو ڪمر جواب ڏئي.

چند سال اڳ جو هڪ دلچسپ واقعو اوهان کي
ٻڌايان ٿو. منهنجي چاچي جي شادي هئي. ان واسطي
هو سنگاپور کان آيو هو. هن جو گهر ۽ اسان جو
گهر گڏوگڏ هئا. ان ڪري جيڪا رونق هن جي گهر
۾ هئي سا اسان جي گهر ۾ به هئي. بلڪ اسان جي
گهر ۾ رونق هئي، ڇو جو ڇوڪري وارا اسان جي
گهر ۾ ترسيل هئا. اڌ رات جو دهلن جو آوازگونجندو
هو. ٿيندڙ ڪنوار سان ڇيڙڇاڙ، تيل، مهندي، هارنجون
رڙيون. ڪنوارين ڇوڪرين جون سٿيون، سهيلين جا
آواز — مطلب ته هر وقت هڪ هنگامو مچيل هو.

جڏهن اهڙا هنگاما ٿيندا ته ان وقت ڇوڪرين کي
تنگ ڪرڻ ۾ مزو ايندو آهي. يا ڪٿي اٿمن ڇئو ته
ڇوڪرين کي تنگ ڪرڻ جو موقعو ملندو آهي. اسان
جو هڪ مائٽ هيو. ان جي ڇوڪري مون کي ڏاڍو

پسند هئي. جيڪا اڳ ۾ ٻي دفعا اچي چڪي هئي.
هن کي هٿ لائبو ته ڪل جا ڦهارا نڪري ويندا هيس
هن جي چپن، اکين جي ڪنارن، ڪنن جي پاپڙين ۽
چهري جي هترادو ڪاوڙ هر وقت ڪل لاءِ ڦاٿندا هئا.
مون ان کي تنگ ڪرڻ جو فيصلو ڪري ڇڪوهوس.

خدا جو ڪرڻ وري ڏسو، ڏاڪڻ جي ٻتي خراب
ٿي وئي. بلب فيوز ٿيو يا خدا ڄاڻي ڇا ٿيو. بهرحال
سلو ٿيو. هوءَ هر هر لهي چڙهي پئي چڙهندي مون سان
ضرور ساهون ٿئي پئي ۽ مـان اونڌاهي جـو فائدو
ورتو ٿي.

۽ پوءِ ڪنهن جي اچڻ جو کڙڪو ٿيو— کٽ—
کٽ— ۽ مان هوشيار ٿي ٻيهي رهيس— بابو هيو. ان
پڇيو، ”ڪير آ—“ مون وراڻيو، ”عباس آهيان.“ هن
اونڌاهي ۾ هڪ زوردار ٿڦر وهائي ڪڍي ۽ چيو ”شرم
ڪر هتي اونڌاهي ۾ ويهي ڇوڪرين سان ڇيڙڇاڙ پيو
ڪرين.“ ثريا هينئر هينئر پنهنجي هڪ ساهيڙيءَ سان
تنهنجي حرڪت جو ذڪر ٿي ڪيو. ۽ جي هـوءَ
پنهنجي ماءُ سان اهو ذڪر ڪري ته— خبر اٿئي ڇا
ٿيندو؟ ”واهيات ڇورا— توکي پنهنجو نه ته پنهنجي
وڏن جو خيال ڪرڻ کپي.“

۽ ثريا سان تنهنجي وهانءَ جي ڳالهه، اڄ ٿي سندس
ماءُ مونسان ڪئي آهي. لعنت هجئي.“

کٽ ـــ کٽ ـــ کٽ مٺان ڪنهن جي لٺ جو آواز آيو. بابي ٻيو دفعو چماٽ وهائي هلايو ويو.

کٽ ـــ کٽ ـــ کٽ اها ثريا هئي ـــ منهنجي ويجهو لنگهندي، مون کي گهوريندي ۽ چڙ وچان اهو چوندي هلي وئي ته "خبردار مونسان وري حرڪت ڪئي اٿئي امان کي وڃي چوندس."

مان وائڙو حيران ۽ پريشان ٿي بيٺو رهيس ڪجهه سمجهه ۾ نه آيو. دماغ تي ڏاڍو زور ڏنم ـــ پر سڀ بيڪار ـــ ايتري ۾ غسلخاني جو دروازو کليو ٿقلين ٻاهر نڪتو ـــ مان وائڙو ٿي ويس ـــ "ڀاڙو تون هتي ڇا ٻيو ڪرين"

ان وراڻيو، "دعا پئي گهريم ـــ"

"ڇاڪاڻ ـــ"

مرڪندي هن وراڻيو، "ثريا کي مون تنگ ڪيو هو نه!"

مون اوهان سان ڪو ڪوڙ ٿي ڳالهايو ته ـــ هن غسلخاني ۾ جيڪا دعا گهري وڃي ـــ سا ضرور قبول پوندي.

سنڌيڪار: عبدالمنان جمالي

# مصري جو ٽڪرو

ڪجهه ڏينهن کان منهنجو روح ۽ منهنجو جسم ٻئي بيمار ٿي پيا هئا. روح ان لاءِ بيمار ٿيو جو مون پنهنجي ماحول جي ٻوائتي روپ کي ڏٺو. ۽ جسم ان لاءِ ته سردي لڳڻ سبب منهنجا عضوا سڱجي ويا هئا. ڏهن ڏينهن تائين مان پنهنجي ڪمري ۾ اڪيلو پلنگ تي ليٽيو پيو هوس—پلنگ— جي ها! پلنگ ڏسي ان کي ڇهو. ڇٽن لڪڙن جو ڍهيل هڪ لوهه جي وڏي چادر. لوهه جي چادر وارو پلنگ. بلڪل. ان مان هڪڙو فائدو اهو به آهي جو منگهڻ ويجهو ٿي نه ايندا.

هي پلنگ مون کي ٻاڙي جي هڪ دوست سلام ڏنو هو، مان ته زمين تي سمهندو هوس پر سلام احمد اهو ڏسي مون کي اهو لوهه وارو پلنگ ڏنو ته مان ڌرتي بدران لوهه جي چادر تي سمهان.

خير ڇڏيو انهن فضول ڳالهين کي. ها ته ڳالهه ٿي ڪئي روح ۽ جسم جي جيڪا سخت بيمار ٿي پيا هئا ۽ نه پڇو ته مونسان ڏهن ڏينهن ۾ ڪهڙي حالت ٿي. پاڻ کي ڌرتي ۽ آسمان جي وچ ۾ لٽڪيل سمجهيم.

ڏهن ڏينهن جي ان حالت گذرڻ کان پوءِ منهنجي حالت ٺيڪ ٿي ويئي. ڏهه ٿيا هئا. آس ساموهون ڪارخاني

جي بلند ڇت‌۾ سان ملي ڪمري ۾ پکڙجي وئي هئي. مان لوهي پلنگ تـان اٿيس. آرس ڀڳم ۽ جسم ۾ طاقت پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪيم ڪمري تي نظر پوندي ئي دنگ رهجي ويس. ڪمرو بلڪل بدليل لڳو. اکين تي اعتبار نه آيو. پوءِ غور ڪري ڏٺم. سچي پچ تي ترپسگ پيل هئي. پر اڄ هن جي پالش چمڪي رهي هئي. ڪمري جي وچ تي پيل ٽيبل به اڄ مون کي وڏي ڏاڍي پئي جرڪي. ڀت تي پنج ڇهه تصويرون لڳل هيون، جيڪي مون پهرين ڪونه ڏٺيون هيون.

انهن تصويرن مان هڪ تي منهنجي نظر ٽڪ ٿي وئي. ويجهي کان ڪمن ڏٺم. جديد فوٽوگرافي کي داد ڏيڻو پيو. هڪ خوبصورت ۽ جوان ڇوڪريءَ جي تصوير هئي. وار ڪٽيل جيڪي ڪنن مٿان اڏامي پئي چاتي سامهون کان ٿورو اگهاڙيءَ. ان اگهاڙپ کي سنڌس جا ڪنڌڙ پوريون پاڻهون لڪائڻ جي ڪوشش ڪري رهيون هيون. سنهڙيون سنهڙيون آڱريون جنهن مان جهاتي پائيندڙ ڇهرو، جنهن مان حيا ڇلڪيو ٿي.

مان دير تائين ان تصوير کي گهوريندو رهيس. پٽ ٿي نٿي پريو. مان واٽڙو هيس ته هي تصويرڪتان آئي. ان واٽڙائپ ۾ ئي مان غسلخاني وڌيس. ڪمري جي ڇوٽين ڪنڊ ۾ ٽلڪي هيٺان هڪ سر رکيل هئي هن جگهه تي هڪ جست جي بالٽي، صابڻ دائي، ڏندن جو

برش، ڏاڙهي لاهڻ جو سامان، صابڻ جون ٻه ڇڪيون ٽائونلبر جي ڊٻي، ۽ پنج ڇهه ڪٽ لڳل بلبڊ. هـي هيو اسان جو غسلخانو، نذير صاحب جنهن جـو هي ڪمرو هو. صبح جو سوير اٿي وهنجهندو هـو ۽ مان سنل هوندو هوس ۽ مزي سان وهجندو هوس.

غسلخاني ڏي ويندي مون ٻيهر هڪ نظر ڪمري کي ڏنو. هاڻي ڪجهه ڪجهه، ان ڪمري ۾ پنهنجائپ نظر آئي، سامان جيئن هيو تيئن پيو هو.

هڪ هند ويهي مون جڏهن ڏندن هڻڻ شروع ڪيو ته سوچيم ته ڪمرو اهوئي آهي جنهن ۾ هڪ سو ويهه راتيون گذاريون اٿم- ۽ پوءِ منهنجي سمجهه ۾ سڀ ڪجهه اچي ويو ته ڪمري ۾ پنهنجائپ ڇو نٿو محسوس ڪريان اهو انڪري جو اڄا ان ڪمري ۾ فقط هڪ سو ويهه ڏينهن گذاريا اٿم. صبح جو نڪرندو هـوم ته دير تائين رات جو ورندو هوم- پوءِ ڀلا ڪيئن ڪمري جون شيون سڃاڻپ ۾ اچن ۽ وڏي ڳالهه ته نـه هي ڪمرو منهنجو آهي ۽ نه وري ان ۾ رکيل شيون- ۽ اهو به ته سچ آهي ته وڏا شهر انسانيت جـا قبرستان هوندا آهن.

مـــان جنهن ماحول ۾ جيون گهاريـان پيو. ان ۾ يڪسانيت آهي ان ڪري ئي دل گهبرائجي پيو وڃي. دل گهريو ته هي شهر ڇڏي ڪٿي ويرانـــي ۾ هليو

وڃان، صبح جو سوير اٿي وهنجڻ ۽ آفيس پهچي شام
پنا ڪارا ڪرڻ، اتان واندو ٿي هڪ ٻي آفيس ۾ پنج
ڇهه ڪلاڪ اهو ئي بور ڪندڙ ڪم، ۽ رات جا
ٻارهين وڳي، اوندهي ۾ ئي ڪپڙا لاهي، لوهي پلنگ
تي سمهڻ! ڇا اها زندگيءَ آ.

زندگي ڇاهي؟— اهو سوال منهنجي سمجهه ۾ نٿو
اچي. مان سمجهان ٿو زندگي هڪ ننڍڙو جوراب آهي.
جنهن جي ڏاڪڻي جي هڪ پاسو اسان جي هٿ ۾ ڏنو
ويو آهي ۽ پوءِ اسين انهن ڏاڪڻ کي اکيليندا رهندا
آهيون ۽ جڏهن ڏاڪڻي جو ٻيو پاسو هٿ ۾ ايندو آهي
ته اهو طلسم جنهن کي (زندگيءَ) چئبو آهي، ٽٽي
پوندو آهي.

جڏهن زندگيءَ جا لمحا ڪٿيا نظر اچن ۽ ذهن
جي تختي تي ڪجهه يادگار ڇڏيندا رهن ته سمجهو انسان
زندهه آهي ۽ جيڪا گذرڻ ڪوبه خيال نه اچي ته سمجهو
زندگي ختم ٿي وئي آهي. زندگيءَ جي ڪتاب ۾
جيڪڏهن لڳاتار خالي پنا ٿي هجن ته ڪيڏو رنج ٿيندو
پوِن کي ان باري ۾ ڪجهه ٿئي يا نه پر مون کي اهو
احساس ضرور ٿيندو آهي زندگي جي خالي ڪاپي اسان
کي ان لاءِ ته ڏني وئي آهي ته اسين ان جي هر خالي
پني کي استعمال ڪريون. پر ڏک جهڙي ڳالهه آهي
ته مون کي ڪا ڳالهه ئي نظر نٿي اچي جو ڪاپيءَ

جي ٻن ٽي لکان- سواءِ ٻن ٽن ٻين جي، جنهن ۾
منهنجون يادون آهن. اهي مونکي ڪيڏا نه پيارا آهن.
جي اهي اوهين ڦاڙي ڇڏيو ته منهنجي حياتي ڪنڌ ڀڄي
ويندي". اوهين يقين ڪريو منهنجي ماضيءَ جون قبرون
ايڏيون حسين آهن جو مان هروقت انهن مٿان مٽيءَ
جو ليپو ڪندو رهندو آهيان.

منهنجي آڏو هڪ ڀت تي هڪ پراڻو ڪئلينڊر
لڙڪي رهيو آهي، جنهن جي ميري ڪاغذ تي بانس
جي ڊگهن وڻن جي تصوير آهي. مان ان کي ڪيتري
عرصي کان گهوريندو اچان. ان پنين پري تمام پري.
مونکي پنهنجي وڃايل زندگيءَ جو اولڙو نظر
ايندو آهي.

مان هڪ ڀاڙي تي وڻن جي ڇانو ۾ ويٺو آهيان-
بيڪو ان ڇانءُ ٻڌجي گوڏا ڪوڙي، پنهنجو مٿو منهنجي
ويجهو آڻيندي چوي ٿو، "اوهان مڃيو ڏي نٿا- جائي
ٻائي- مان ڪراڙي تي وٺي آهيان- جي اچا يقين ته
اچي ته هي مٿي جا وار ڏس جيڪي اڇا ٿي ويا آهن.

ڇوڏهن سال ڀراڙيءَ جي ماحول پاڻ ۾ ڇوڪري
مونکي ڇڏي رهي هئي ته مان پوڙهي ٿي وئي آهيان.
خبر ناهيءَ ڇو ان ڳالهه تي زور ڏئي رهي هئي. ان
کان اڳ، هوءَ ڪيترين دفعه اڳين مونکي ڇڏي چڪي
هئي. منهنجو خيال آهي ته جوان ماڻهن کي ڀداڀي جي

ڏاڍي ۾ داخل ٿيڻ جو شوق هوندو آهي، اهو مان ان لاءِ چوان ٿو جو مونکي ٻه ڪيترا دفعا اهو خيال آيو آهي. مان ان جي خشڪ مگر نرم وارن کي آگريون ڦيرڻ لڳس، ”تون ڪڏهن ٻه پوڙهي ٿي نٿي سگهين.

هن پنهنجو مٿو مٿي کڻي چيو، ”ڇو مان پوڙهي ڇو نٿي ٿي سگهان؟“

”ان لاءِ جو تو ۾ پيرواري سيني وڻن، ٻهارن ۽ ٻوهندڙ نديءَ جي سچي جواني سمايل آهي.“

هن وڌيڪ ويجهو ايندي چيو- ”خبر ناهي، اوهين ڪهڙي قسم جون ڳالهيون ڪندا آهيو. مون کي ڪا سمجهه ۾ نٿي اچي، وڻن ۽ ٻهارن کي پيلا جواني ٿيندي آهي.“

”توکي سمجهه ۾ اچي يا نه اچي پر مونکي جيڪو چوڻو هو سو چئي ڇڏيو.“

”اوهان سٺو ڪيو. پر اوهان منهنجي وارن ۾ ائين ئي هٿ ڦيرندا رهو، مونکي سرور پيو اچي.“

”ٺيڪ آهي سائين“ اهو چئي مان هن جي وارن ۾ هٿ ڦيرڻ لڳس ۽ اکيون بند ڪري ڇڏيون. ”مونکي ائين لڳو جيئن منهنجا الجهيل خيال هجن ۽ مان پنهنجي آگرين سان سلجهائي رهيو هوس،

دير تائين مان هن جي وارن ۾ آگريون ڦيريندو رهيس ۽ هو ماٺ ڪيو ويٺي رهي. ۽ پوءِ هن ننڍاڳڙيون

اکڙيون کٽي مون ڏانهن ڏٺو ۽ ننڊ ۾ وهنتل آواز سان
چيو "جيڪڏهن مونکي ننڊ اچي وئي ته؟"

"ته پوءِ مان جاڳندو رهندم."

ننڊاکڙي سرڪ هن جي چپڙن تي وکري وئي ۽
منهنجي آڏو هوءَ ڌرتيءَ تي ليٽي رهي. ٿوري دير بعد
ننڊ هن کي پنهنجي جهوليءَ ۾ لڪائي ڇڏيو.

بيگو ستل هئي ۾ سندس جواني جاڳي ٿي. جيئن
ساگر هيٺان گرم لهرون ڊڪنديون رهنديون آهن. اهڙي
نموني هن جي سپنن گهيريل بدن ۾ جواني ڊوڙي رهي
هئي سڄي هٿ کي مٿي هيٺان ڏئي ٽنگون سوڙهيون
ڪري ستي پئي. هئي. هن جو هڪ هٿ مون ڏانهن سريل
هو. مان هن جي سنهڙين آڱرين جي سهٽائپ کي گهوريو
ٿي. هن جي هيٺين چپ جي ڪنارن تي ٿورڙي ڏکٽي
آئي. ڪهتري نه سٺي لڳي پئي. هن جي سيني جي اڀار ۾
دل جهون ڌڙڪنن زندگي پيدا ڪري رهيون هيون.
سيني جي ننڍڙي وادي ۾ ٻنهي طرفان جا اڀار پاڻ سان
ملي ويا هئا.

منهنجي نگاه هن جي سيني مٿان ڪسي ٽـي پئي.
خدا ڄاڻي ان ۾ ڇا هو. بيگو زوري ان ۾ اهـا شيءِ
وڏي هئي. ڇو جـل تي لڳو. منهنجي ذهن ۾ اهو خيال
جاڳيو ته ڏسان ته هن جي کيسي ۾ ڇا آهي. ۽ هوريان
کيسي جي تلاشي وٺڻ جو سوچيم ئي مس ته هوءَ ڪا

موڙي جاڳي پئي. هن هوريان هوريان اکيون کولي ڏٺو پوءِ هن جي چپڙن تي مرڪ تري آئي.

چوڻ لڳي، ”اوهين ڏاڍا........آهيو؟“

”چو؟—مون ڇا ڪيو آهي؟“

هوءَ اٿي ويٺي. ”مان سمجهي رهيس ۽ تون مون کي جاڳائڻ جي به تڪليف نه ڪئي، مان جيڪڏهن شام ٽائين سمهي ته؟“ ۽ هن اکيون ڦيرائيندي چيو- ”هاءِ منهنجا رب، مان پنهنجي جان هير کي وساري ويٺي آهيان.“

سامهون پهاڙي کي سانوڻ ۾ وهندي ڏسي، ڏاڍي اطمينان سان چوڻ لڳي.

”ڪيتري پلي آ منهنجي هير.“

هن کي پنهنجي مينهن جي ڳالهه ٿي هئي، جيڪا اسان جي سامهون پهاڙي تي چري رهي هئي.

مون پڇيو، ”تنهنجي هير ته آهي پر رانجهو ڪٿي آهي؟“

”رانجهو“ هوءَ ٽڙي پئي. اکين ۾ هن ڪجهه چوڻ چاهيو پر ڪجهه نه چئي سگهي. ۽ کلي پئي.

”رانجهو—رانجهو—رانجهو—“ هن ڪيئي دفعا لفظ دهرايا ۽ چوڻ لڳي.

”رانجهو مان ڇا ڄاڻان ڪٿي هوندو.“

مون ورائيو، ـــ "تنهنجي هير جو ڪو نه ڪو ته رانجهو هوندو مون کان لڪائڻ چاهين ٿي تــه ٻاي لڳاءِ."

ان ۾ لڪائڻ جي ڪهڙي ڳالهه آهي، ٻيگو اکيون مٽڪائيندي چيو "جي چاهن هونئدي ته بـــه هير ڪلي وڃي ان کان پڇ- پر ڪن ۾ پڇندڙن وچين ته رانجهو ڪٿي آهي."

"مون ان کان پڇيو آهي-"

"ان ڇا چيو؟"

"ان چيو ٻيگو کان پڇ- ان کي سڀ خبر آهي."

"ڪوڙ ـــ ڪوڙ ـــ پهرين نمبر جي ڪوڙي." ٻيگو ٻارن جيان چال ڏني.

"منهنجي هير شرميلي آ- اها ڳالهه توکي پـــلا ڪيئن ٻڌائيندي، اوهان ڪوڙ پيا ڳالهايو- ٻـري ٿيو- ڪنواري ڇوڪرين سان اهڙيون ڳالهيون ڪندي اوهان کي شرم نٿو اچي."

منهنجون نگاهون هن جي اپريل ڪيسي تـــي ٻيهر پيون، خدا ڄاڻي ان ۾ ڇا هو.

"بابا ـــ مون کي بخش ـــ تنهنجي هير ڪنواري آ دنيا جون سڀ ميڻهون ڪنواريون آهن، مـان ڪنوارو آهيان ۽ تون ڪنواري، پر اهو ٻڌاءِ ته تنهنجي هـن ڪنواري ڪيسي ۾ ڇا آهي؟"

ان پنهنجي ايپرل کيسي ڏانهن ڏٺو ۽ ڏندن ۾ آڱريون وجهي چوڻ لڳي.

”شرم ڪر- منهنجي کيسي ۾ منهنجيون شيون پيون آهن.“

”جي—شيون—“

”ها! ها! شيون- ۽ ها مان توکي ڪڏهن به اهو نه ٻڌائيندس ته هي ڇا آهي- تو ڪڏهن پنهنجيچمڙي جي ٿيلهي ۾ پيل شين متعلق ٻڌايو آهي.“

”مان هڪ هڪ شي ڏيکارڻ لاءِ تيار آهيان اڄي هي وٺ ٿيلهو-“ مان ٿيلهو ان جي اڳيان رکي ڇڏيو. ”پاڻ کولي ڏس سڀ شيون پر ياد رکجانءِ توکي به سڀ شيون ڏيکارڻيون پونديون.“

”پوريون مان ٿيلهي جي تلاشي نه وٺان-“ ۽ پوءِ هن هڪ هڪ شيءِ ڪري ڏٺي ۽ هڪ هڪ ڪري سڀ شيون ڪيڻ لڳي. هڪ انگريزي ناول، پيڊ، ٻه پياسلون، هڪ رٻڙ، ڏهه پارنهه لفافا ۽ ڪجهه لکيل ڪاغذ، هي منهنجون شيون هيون.

جڏهن هر شيءِ ٿيلهي جي ڏٺي ته مون کيس چيو ته ”هاڻي هيڏي ڪر پنهنجو کيسو.“ هن منهنجي ڳالهه جي ورندي نه ڏني. ٿيلهي ۾ سڀ شيون رکندي چيو ”اڇا کيسو ڏيکار“ ائين چوندي ٿي هن کيسي ۾ هٿ وڌو. مان کيسو کولي پيئم. هن کيسي مان سڀڪجهه

ڪيڏي ورتو، هڪ ٻئو، ننڍڙو چاڪو، چاهيون. هن چاقو کي ڌرتيءَ تي رکندي چيو "هي مان ڪٺان تي مونکي وڏڻ جي ڪم ۾ ايندو."

"سڀ ڪجهه ڪن— پر مونکي اهو ٻڌاءِ ته تنهنجي ڪهڙي ۾ چاهي؟"

"ڇهڪڏهن مان نه ڏيکاريان ته."

"نه پوءِ— جهيڙو ٿيندو"

"ڀلي ٿئي مان ٻڇان ٿورڙي ٿي." اهو چونديڏي هوءَ پنهنجي رڌي ۾ لڪي وئي ۽ ڪهڙي مان ڪجهه ڪڍڻ لڳي. مون زوردار آواز ۾ چيو، "ڏس اهو ٺيڪ ناهي تون ڪجهه .ونکان لڪائين ٿي-"

"تون يقين ڪر- توکي سڀ ڪجهه ڏيکاريندس"

"ها! ها! مان سمجهان ٿو تنهنجون سڀ چالاڪيون مڏي نموني سان ڏيکار نه ته مان زوري ڏسي وٺندم"

ٿوري دير کان پوءِ هوءَ اڳتي وڌي چوڻ لڳي- "ڀلي ڏسو اوهان-"

مان هن جي ڪهڙي ۾ هٿ وجهڻ وارو ئي هوس جو سندس اپريل مهني کي ڏسي چپ ٿي ويس-

"تون پاڻ ئي سڀ شيون ڪ هڪ ڪري ڪيڏي ڏيکار- ان مان تنهنجي ايمانداريءَ جي خبر پوندي"

”نہ نہ تون پاڻ ئي ڪڍي ڏس. پوءِ چوندين تہ
ڪجهہ لڪائي ڇڏئي“

توکي مان ڏسان تہ ٿو.

”جيڪا تنهنجي مرضي“ هن اهو چوندي پاڳريون
کيسي ۾ وجهي هڪ ريشمي ڪپڙي جو ٽڪرو ڪڍيو“

ان تي مون هن کان پڇيو. ”هن بيڪار ڪپڙي
کي تون ڇو ٿي سنڀاليندي رهين.“

”مان هن سان رومال ٺاهيندس—پوءِ ڏسجان تون.“
۽ هوءَ واري واري سان هڪ هڪ شيءِ ڪڍي جهولي
۾ رکڻ لڳي.

”اڇا ڪا شيءِ بچي—“

”جي نہ—“

بيگو ڏس مون سان ڪوڙ نہ ڳالهائي— مون اها
شيءِ ڏاڙي ورتي آهي. سڌو سنئون مونکي ٻڌاءِ تہ ڇا
لڪايو اٿئي—اهڙي نموني تنگ ڪندو سانءِ جو ياد
ڪندين—“

مان ٻه ڪٿي پنهنجي هٿ هنن جي ڪلهن تي رکيا هوءِ ڇرڪ ڀري اٿي، ٽڪي ڏکي، ڀڄي وئي. رڌي مان ڪا شيءِ ڪري— مان ڏکي وڃي اهـا شيءِ کنئي. اها هئي— (مصريءَ جو ٽڪرو)— جيڪا هن مون کان لڪائي ٿي.

ترجمو: رانجهو جمالي

# آپ گهات

زاهد جي طبعيت ئي اهڙي هئي جو هرڪو ان
ڪان متاثر هو. هن ۲۵ ورهين جي عمر ۾ شادي ڪئي.
شادي ڪرڻ وقت هن وٽ ڏهه هزار روپيه موجود هئا
شادي جو خرچ ۵ هزار آيس ۽ اوترائي بچي پيس.
زاهد ڏاڍو خوش هيو. هن جي زال سگهڙ ۽ سهڻي
هئي ۽ زاهد کي ساڻس بي پناه محبت ٿي وئي، ۽ هو
ڪسر نه گهٽائيندي هئي. ٻئي پاڻ کي جنت ۾ محسوس
ڪندا هيا.

هڪ سال ڪانپور هنن کي هڪ آيه ڇائي جنهن کا
هوبهو ماءُ ڏـي وڏـل هئي. سهڻيون سهڻيون اکيون،
ننڍڙا ننڍڙا خوبصورت چپ هن ڇوڪري جي نالـــي
رکڻ ۾ ٻنهي ڪان دير ٿي وئي هو سوچي رهيا هئا پر
ڪنهن فيصلي تي نٿا پهتا. ٻنهي کي پنهنجا چونڊيل
نالا پسند ڪونه هئا. زاهد جي زال چاهي پئي ته سندس
مڙس ڪو نالو رکي.
زاهد ڪافي ڏينهن سوچ ويچار ڪئي پـــر هن کي
ڪو موزون نالو سمجهه ۾ نه آيو جيڪو هو پنهنجي
ڌيءَ تي رکي. هن جڏهن زال کي چيو ته نالي رکڻ
لاءِ تڪڙ ڪهڙي. سوچي نالو رکنداسين پر سندس زال

جو اسرار هيو ته جلد نالو رکيو وڃي.

”في الحال ايئن نتو ٿي سگهي ته اسين صرف ان کي ڏي چئون“ ”نه ته ڇريو آن ڇا؟ ٿين وري ڪيئن ٿيندو“.

”نه پوءِ تون ٿي ڪو نالو چوندَ“

”نه نه اهو تنهنجو ڪم آهي“

”نه پوءِ ٿورا ڏينهن انتظار ڪيو. مان ڪتابن جو مطالعو ڪيان متان ڪو نالو ملي وڃي. مون کي يقين آ ضرور ملندو“

”ڪل جهڙي ڳالهه ڪريو پيا. مون اڄ تائين اهو ناهي ٻڌو ته ڪو نالي رکڻ لاءِ ڪتاب پڙهندا هوندا آهن“

”منهنجا دوست ته اڪثر ايئن ڪندا آهن ۽ سٺا سٺا نالا رکي ويندا“.

”جي اهڙي ڳالهه آهي ته پوءِ وڃي آ لغتون ۽ ڪتاب“ ”پيسا ڪٿان آڻيان؟“

” منهنجو پرس الماري ۾ پيل آهي انهيءَ مان پيسا ڪڍ“

زاهد ماٺ ماٺ ۾ الماري کولي پرس مان پيسا ڪيڍي ماٺ ماٺ بازار ڏانهن روانو ٿيو.

هو ڪتابن جي هڪ دڪان تي ويو ۽ ڪنهي قسم جا ڪتاب ۽ لغتون ڏٺيون. ۽ نيٺ هڪ خاص قسم جي لغعت خريد ڪري رستي رستي ان ٿي پڙهندو ٿي آيو ته کيس هڪ دوست مليو جيڪو کيس

ھوٽن جي دڪان تي وڏي ويو. ان وٽ ڪيس ھڪ ڪلاڪ لڳي ويو ڇو جو سندس اھو دوست ڪافي عرصي بعد مليو ھو. جڏھن ھن کي اھا خبر پئي تہ زاھد کي ڏيءُ ڇاڻي آھي تہ ھن تجوري کولي ۱۱ رپيا ڪڍي زاھد کي ڏنا ۽ چيائين "ڏيءُ کي ڏجان تہ تنھنجي چاچي ڏنا آھن. ۽ ھا نالو ڇا رکيو اٿو انجو"

زاھد ھٽ کي ڏسڻ لڳو. ھن جو دوست جوتا صاف ڪندي چوڻ لڳو. ڀار نالي رکڻ ۾ ڪھڙي دير تي لڳي– " سمونہ، شاھينہ، شريفان يا الماس"

زاھد وراڻيو– " اھي سڀ بڪواس آھن پراڻا نالا آھن–"

"ڏسنداسين تہ اوھين ڪھڙي بڪواس ٺا ڪريو. ۽ ھا ننڍڙي جي ڏڏي ڄماڻي وڌائي باقي نالي نہ رکڻ تي ڪھڙو فرق ٿو پوي.

رستي تي ھو ھلندو بہ رھيو ۽ سوچيندو بہ رھيو– ۽ ھن کي لڳو تہ اھا لغت ڦٽي ڪري ۽ زال کي چئي تہ نالي ۾ رکيو ڇا ھي خدا سندس ڄماڻي وڌائي.

مختلف خيالن جي محور ۾ قائل ھو ۽ ھن جي دل تيزي سان ڌڙڪي رھي ھئي. ھن سوچيو سندس ذھن ۾ خراب خيال پيا اچن. ٿوري ھلڻ ڪانپوءِ ھن جي طبعيت وڌيڪ خراب ٿي وئي. ھن چاھيو تہ اڏمي گھر پھچي ۽ ڏي جي پيشاني چمي، پاڪر پائي.

ھو تيز تيز وکون کڻندو ھلندو رھيو. پر ٿورو

پنڌ ڪرڻ کان پوءِ هو سهڪڻ لڳو ۽ هڪ دڪان جي ٿلهي تي ويهي رهيو. ايتري ۾ سندس اڳيان هڪ ٽانگو لنگهيو ۽ هن کي روڪائي ان ۾ چڙهي پيو — هل هل جلدي هل مونکي جلدي گهر پهچڻو آهي. پر گهوڙو ڏاڍو سست نڪتو. هن ڪيئي دفعا ٽانگي واري کي دڙڪو ڏنو پر سڀ بي سود. پهريون ته ٽانگي وارو دٻ برداشت ڪندو رهيو پر جڏهن هن کان وڌيڪ برداشت نه ٿي ته هن کي ٽانگي مان لاهي ڇڏيو ۽ ڀاڙو به نه ورتو. زاهد وڌيڪ ششدر ٿي ويو هن کي جلد گهر پهچڻو هو. ايتري ۾ هڪ ٻيو ٽانگو لنگهيو ۽ هو ان ۾ چڙهي ويو.

گهر ۾ داخل ٿيندي ئي ڇرڪي ويو. ڇا ٿو ڏسي ته سندس اڱڻ ۾ عورتن جو ميڙ لڳو پيو آهي جيڪي پاڙيواريون هيون. هو دروازي تي ئي ڇرڪي ويو. هڪ عورت ٻئي کي چئي رهي هئي. "مشڪل سان ٻچي ٻچي دورو سخت پيو اٿس."

هو تيزي سان ڇرڻ وانگر اندر ڪمري ڏانهن ڀڳو. سندس زال جي رڙ ٻڌي دهلجي ويو. "هاءِ منهنجي ٻچڙي مري وئي." ۽ هن جي زال بي هوش ٿي وئي. سڀ عورتون اندر گهڙي آيون. هڪ عورت جي مڙس کي ڪار هئي. اهو نڪري ڊاڪٽر کي وٺي آيو. سندس زال کي هڪ ٻه انجيڪشن لڳايا ويا. جڏهن ڪان پوءِ هن کي هوش آيو.

زاهد سڪتي ۾ اچي ويو هو. هن جون سڀ قوتون ختم ٿي چڪيون هيون. هو اڳئين ٿي ڪرسي تي ويهي لغت کي بغل ۾ ڪري آسمان ڏانهن تڪي رهيو هو. جيئن هو پنهنجي ڏيئا لاه نالي ڳولهڻ ۾ محو هجي. نيائي کي دفنائڻ جو پهر آيو ته زاهد ماٺ ٿي ويو. هو هوش ۾ اچي ويو. هن کو ڳوڙ هو نه وهايو. ڪفن ۾ ليڪيل نيائي کي ڪنهيو ۽ پنهنجي دوستن ۽ پاڙيسرين سان گڏ قبرستان ڏانهن روانو ٿيو. اتي اڳ ۾ ئي قبر کوٽي وئي هئي. زاهد نيائي کي قبر ۾ رکي سندس پير ۾ لغت رکي پوري ڇڏيو. سڀئي سمجهيو ته قرآن شريف رکيو ويو ۽ دنگ رهجي ويا. نه اهو ته ڪفر آهي، پر زاهد کي ڪنهن به ڪجهه نه چيو صوف پنهنجي منهن پڙڪندا رهيا.

نيائيءَ کي پوري جڏهن زاهد گهر پهتو ته کيس پتو پيو ته سندس زال کي سخت بخار آهي.

جلدي ڊاڪٽر گهرايو ويو. ان ڏسندي ئي زاهد کي چيو ته حالت سخت خراب آهي ان ڪري ڪجهه يقين سان چئي نٿو سگهجي. زاهد مٿان ڄڻ بجلي ڪري هجي. پر هن حوصلو ڪري ڊاڪٽر کان پڇيو.

”مرض ڪهڙو آهي ؟

”گهڻا مرض ڪٺي ٿيا آهن. هن کي هڪ سخت صدمو پهتو آهي. پيو هن جي دل ڪمزور آهي. ٿيون

تہ ھن کي ھڪ سو پنج ڊگري بخار آھي" ڊاڪٽر سيون ھيون- دوا ڏني- پر حالت نہ سڌري.

ڏھن پندرنھن ڏينھن بعد ھن کي ٿورو ھوش آيو. زاھد سڪ جو ساہ کنيو. ۽ سندس پياري زال کيس پاڻ ڏي سڏ ڪري ڪمزور آواز ۾ چيو— "منھنجو ھاڻي پو يون وقت اچي ويو آھي. ماڻ چند گھڙين جي مھمان آھيان" زاھد جي اکين ۾ ڳوڙھا تري آيا.

"ھي تون ڪھڙيون ڳالھيون پئي ڪرين- خدانخواستہ جيڪڏھن توکي ڪجھہ ٿي ويو تہ مان ڪيئن جيئرو رھندس" ھن جي زال ھن ڏي ڏٺو. "اھي سڀ چوڻ جون ڳالھيون آھن. مان مري ويس تہ ٻي ايندي. خدا اوھان جي وڏي چمار ڪري—۽—

ھن ھڪ ھڏڪي ڏني ۽ ھڪ سيڪنڊ اندر ھن جو روح پرواز ڪري ويو زاھد مٿان ۽ صبر ڪيو ۽ ڪفن دفن کان واندو ٿي رات جو گھر کان ٻاھر نڪتو ۽ ريلوي ٽائم ٽيبل ڏسي ريلوي لائين جو رخ ڪيو. رات جو ساڍي نائين بجي گاڏي اچڻي ھئي. ھن سوچيو تہ ريل جي پٽڙي تي ليٽي پوندو ۽ ريل ھنجو انت آڻي ڇڏيندي.

مونکي ڊگھي چمار جي گھرج ڪانھي— ھي زندگي جيترو مختصر ٿي وڃي اوترو چڱو- مان وڌيڪ صدمان سھڻ جھڙو ناھيان رھيو"

هو جڏهن ريلوي جي پٽڙي تي پهتو ته هن کي پري کان ريل جي روشني نظر آئي. پر هو اڃان پري هئي. هن سوچيو ته جڏهن ويجهو ايندي هو لنگهي پوندو. گاڏي ويجهو اچي وئي هئي.

زاهد اڳتي وڌيو پر اوچتو هن ڏٺو ته هڪ ماڻهو ڪٿان ظاهر ٿيو ۽ ريل جي پٽڙي جي وچتي اچي بيٺو.

ريل ڏاڍي تيز رفتار سان اچي رهي هئي. هو تيزي سان پڳو ۽ ان شخص کي ڌڪو ڏئي پٽڙي تان هٽائي ڇڏيـــو.

گاڏي هلي وئي. زاهد هن ماڻهو کان پڇيو. ”ڇانون آپگهات ڪرڻ چاهين پيو؟“

” ها! “

” پر ڇو “

”ان لاءِ جو هاڻي صدمن سهڻ جي سگهه نه رهي آهي زاهد کيس همت ڏيارينديَ وراڻيو.

”ياءُ! زندگي زاندگي زنده رهڻ جو نالو آهي ان کي چنگي نموني گذار. آپگهت بزدلي آهي. پنهنجي حياتي جو پاڻ ئي ڏسائڻ ڪهڙي عقلمندي آهي. اٿ پنهنجي صدمن کي وساري ڇڏ. جي انسان جي زندگي ۾ ڏک نه هجن ته پوءِ خوشيون ڪهڙن ايندين هل مونسان گڏ.“

ترجمو:- سلطانه ابڙو

# مـوت

چموں جي رستي جي اوهان ڪشمير وڃو، تہ
ڪد ڪان ٿورو اڳيان هڪ ننڍڙو ڳوٺ ايندو، اتان جي
آب هوا تمام سٺي آهي. هتي سلهہ جي مريضن لاءِ
هڪ سينيٽوريم بہ آهي. هونئن تہ اڄ ڪان ٺ نو
سال اڳ هن ننڍڙي شهر بٽوت ۾ پورا ٽي مهينا رهي
ويو آهيان ۽ جواني جي دور ۾ هڪ عدد نامڪمل
پيار جي ڪهاڻي بہ مونسان ڳنڍيل آهي. پر هن ڪهاڻي
سان منهنجي ڪنهن ڪمزوري جو تعلق نہ آهي.

ڇهہ ست مهينا ٿيا اتي هڪ دوست جي گهر
واريءَ جي مزاج پرسي ڪرڻ لاءِ انهي سينيٽوريم ۾
وڃڻو پيو جيڪا زندگي جي ساگر ۾ آخري هڏڪيون
ڏئي رهي هئي منهنجي اتي پهچڻ سان هڪ مريض
گذري ويو. ويچاري پدما جيڪا موت کي سامهون
ڏسي ڏاڍو ڊنل هئي سان ويتر ڊڄي وئي مون کي خبر
نٿي پوي پر منهنجو پنهنجو خيال آهي تہ اهو صدق
اتفاق آهي جو چئن ڏينهن ۾ ٽي پيا مريض بہ گذاري
ويا. جيئن ئي ڪو بسترو خالي ٿئي پيو ٿهل ٽڪور
ڪندڙ شخص ڪان آهون نڪري ٿي ويون. سڄي

سينيٽوريم ۾ چڙھ راڪاس کٽھي تي ويو ھر طرف ماٺ ڇانيل ھئي. اھي مريض جن کي اميدن جي ڪچي ڌاڳي کي ونڍي جي رھيا ھئا سي مايوسين جي اٿاھ ساگر ۾ لھي تي ويا.

منھنجي دوست جي زال نه ھٿن مان نڪري تي وئي. ان جي سنھڙي چھرن تي موت پاڇا جھمر ھڻڻ لڳندا ھئا. ھن جي نيڻن نيڻن ۾ رحم پري آس جھاڪڻ تي لڳي.

ٻئين مريض جي مري وڃڻ ڪان پوءِ مان ورانڊي ۾ ويھي زندگي ۽ موت بابت سوچڻ لڳس. موت ھڪ تمام بي سري شيءِ آھي. اوھان چڱا ڀلا جي رھيا آھيو ڪٿان ڪو مريض آيو ۽ مري ويو ته اوھان ڌ چڙ مري ويا افسانوي نقطه نظر سان زندگي جي اھا پڇاڙي ٺيڪ نه ڪونھي-

ورانڊي مان اٿي سينيٽوريم ۾ اندر داخل ٿيس ۽ مس ڏي ڏھ پندرنھ، وڪون ڪنيون ھوندم ته پويان آواز آيو،

"دفنائي آيا نمبر ٢٢ کي"

پٺ ورائي مون ڏٺو، سفيد بستري تي ٻه ڪاريون اکيون مسڪرائي رھيون ھيون.

اهي اکيون-پوءِ مونکي ڏير سان ڇاڻ پئي ته اهي اکيون هڪ بنگالي عورت جون هيون، جيڪا سهڻيءَ ورڊ ۾ هن ڪان الگ ٿلگ نموني سان موت جو اوسيئڙو ڪري رهي هئي.

هن جڏهن اهو چيو هو ته دفنائيءَ آيا نمبر ٢٢ کي ته مونکي ائين محسوس ٿيو هو ته اهين هڪ انسان کي نه پر ڪنهن نمبر کي دفنائي آيا هجون. ۽ سچ پڇو ته ان مريض کي قبر ۾ دفنائڻ وقت منهنجي دماغ جي ڪنهن ڪنڊ ۾ به اهو احساس پيدا نه ٿيو هو ته هو ڪو هڪ انسان هو ۽ ان جي موت سان هن دنيا ۾ ڪو خال پيدا ٿيو هجي.

وڌيڪ ڳالهه ٻولهه ڪرڻ خاطر جڏهن مان ان بنگالي عورت وٽ ويس جنهن جو ڪاريون اکيون ايتري خطرناڪ بيماري هوندي به چمڪي رهيون هيون هن مر ڪندي چيو هو، "منهنجو نمبر چار آهي—" اهو چئي هن اڇي چادر جي ڪنجن کي درست ڪندي ٻي ڏيهي ۽ پنهنجا ٿپ واري لهجي ۾ ورائيو هو،

"اوهان مردن کي ساڙڻ ۽ دفنائڻ ۾ ڏاڍي دلچسپي رکو ٿا."

مان بي خيالي وچان جواب ڏنو، ”نه اهڙي تـــه
ڪا ڳالهه ناهي-“

ان ڪان پوءِ ڳالهه ٻولهه بند ٿـي وئـــي ۽ مان
پنهنجي دوست وٽ هليو ويس.

ٻئي ڏينهن روزاني جي عادت مطابق باغ جي سير
ڪرڻ لاءِ نڪتس- ٻاهر هلڪي ٻوندا باري
ٿي رهي هئي. ان ڪري موسم تمام حسين ۽ پياري
ٿـي لڳي. ٿڌڙي ٿڌڙي هير گهلي رهي رهي- ڊگها،
ڊگها، ساوا ساوا وڻ هوا جي گهلڻ ڪري ۽ خوبصورت
موسم ڪري خوشي وچان جهومي رهيا هئا. نيري نيري
دنڊ ۾ ڍڪيل ٽڪريون ڪيڏيون نه خوبصورت لڳي
رهيون هيون، هر طرف سهڻاڻپ پکڙيل هـئي. اهـڙي
سهڻاڻپ جنهن کي ڪو چور نه چورائي سگهي.

سير ڪري جڏهن سينيٽوريم ۾ واپس آيس ته سيني
جا منهه لٿل ڏسي سمجهي ويس ته هڪ نمبر پيو ويو.
يارهون نمبر يعني پدما-

ٻاهر برسات وسي رهـــي هئي ان ڪري مـڪل
ڪانين ڪـڏ ڪرڻ ۾ ڏاڍي تڪليف ٿـــي بهرحال
ويچاري کي باهه جي حوالي ڪيو ويو. منهنجو دوست
اتي ئي ويٺو رهيو ۽ مان سينيٽوريم ۾ اچي سامان کي

سمهوڻ ۾ لڳي ويو ۽ سمبنڊوريم ۾ گهڙندي ئـــي ان بنگالي عورت جو آواز آيو هو.

”ڪافي دير لڳائي ڇڏي اوهان ــــ“

”جي ـــ برسات ڪري سڪل ڪاٺيون نٿي مليون ان ڪري دير ٿي وئي.“

”پر هنڌن تي ته ڪاٺين جا دڪان ٿين ٿا پـــر مون ٻڌو آهي ته هتي پاڻ ڪاٺيون ڪٺيون ۽ گڏ ڪرڻيون پونديون آهن“

” جي هـــا ! “

” ٿوري دير لاءِ ويهو ـــ“

مان ان وٽ اسٽول تي ويهي رهيس. ته هن هڪ عجيب غريب سوال ڪيو.

”ڪولهندي ڪولهندي جڏهن اوهان کي ڪو ڪاٺي جو سڪل ٽڪر ملندو هوندو ته اوهان ڏاڍا خوش ٿيندا.“

هن منهنجي جواب جو انتظار ڪرڻ بنان ٻيو سوال ڪيو.

”موت جي باري ۾ اوهان جو ڇا خيال آهي؟“

”مون ڪيئي دفعا سوچيو آهي پر سمجهي نه سگهيو آهيـــان.“

هوءَ دانشورن جهڙان مرڪي ۽ ٻاراڻي انداز ۾ چوڻ لڳي، ”مان ٿورو ٿورو سمجهي وئي آهيان— چو ته مان پنهنجي اکين اڳيان ڪيئي موت ڏٺا آهن، ايترا ته موت ڏٺا آهن جو اوهين سڄي عمر ڏسي نه سگهو. مان بنگال جي آهيان— اهو بنگال— جتي ڏڪر آهي. اوهان کي نه ڄاڻ هوندي ته اتي ڏڪر وگهي ڪيترا لکين ماڻهو مري چڪا آهن. ڪافي ڪهاڻيون ڇپيون آهن سوين مضمون لکجي چڪا آهن. موت جي ان بازار ۾ مون موت متعلق سوچيو-

”ڇا؟“

هن اهڙي ئي انداز سان جواب ڏنو. ”هڪ ماڻهو جو ختم ٿي وڃڻ ئي موت آهي، هڪ لک ماڻهن جو مرڻ تماشو آهي. سچ ٿي چوان. موت جو جيڪو خوف منهنجي دل ۾ اڳ هوندو هو سو هينئر بلڪل نڪري چڪو آهي— هر بازار ۾ جيڏانهن ڪيڏانهن ڏه ٻارنهن ميت نظر ايندا رهن ٿا. ته ڇا موت جو اصلي تصور ختم ٿي نه ويندو. مان اهو سوچيو آهي ته ايترن گهڻن موتن تي روئڻ فضول آهي-

بيوقوفي آهي— اول ته ايترن ماڻهن جو مرڻ ئي وڏي بيوقوفي آهي— !“

مون وچ ۾ ڪٿهندي فورن ورائهو

”ڇا لاءِ؟“

”ڪنهن جي بيوقوفي هجي— پر آهي بيوقوفي“ هڪ پربل شهر مٿان بم ڪيرايو— ماڻهو مري ويندا ڪوهن ۾ زهر وجهي ڇڏيو— جيڪو به اتان پاڻي پيئندو اهو مري ويندو. ڏڪر، جنگ، بيماري سڀ واهيات شيون آهن. انهن ۾ مرڻ اٿين آهي. جيئن مٿان چٽ ڪري پوي. انسان کي مارڻ ڪجهه ڪونهي پر ان جي فطرت کي مارڻ وڏو ظلم آهي.“

اهو چئي هوءَ ڪجهه دير لاءِ ماٺ ٿي وئي. پر پوءِ پاسو ورائي چوڻ لڳي، ”منهنجا خيال پهريون اهڙا نه هئا. سچ پڇو ته مونکي سوچڻ سمجهڻ جي ڪاگهرج ئي نه هئي. پر ڏڪر مونکي بلڪل نئين دنيا ۾ اچي ڦٽو ڪيو. ”وچ ۾ ڳالهه بند ڪري هن مون کي ڏٺو. مان هن کي ڳالهين کي پنهنجي ذهن ۾ قيد ڪري رهيو هوس ۽ هن جي ڳالهين کي لکي رهيو هوس.

”هي اوهان ڇا لکي رهيا آهيو؟“

مون صاف صاف کيس ٻڌايو ته مان افسانا لکندو آهيان جيڪي ڳالهيون مونکي دلچسپ لڳنديون آهن سي نوٽ ڪندو آهيان.

”اهو نه ڏاڍو سٺو مان توکي پنهنجي پوري ڪهاڻي ٻڌائيندس.“

ٽن ڪلاڪن ۾ هوءَ سنهڙي آواز ۾ پنهنجي ڪهاڻي ٻڌائيندي رهي- مان غور سان اما ٻڌندو رهيس- ۽ مان هتي ان ڪهاڻي کي پنهنجي زبان ۾ بيان ڪيان ٿو. غير ضروري تفصيل کان پاسو ڪندس.

بنگال ۾ جڏهن ڏڪر پيو ته سڪينه کي سندس پيءُ هڪ مفلس ماڻهو وٽ ٥٠٠ روپين ۾ وڪڻي ڇڏيو هو، اهو دور هيو جنهن ۾ ماڻهو ڏڙا ڏڙ مري رهيا هئا. اهو شخص سڪينه کي لاهور وٺي آيو ۽ هڪ هوٽل ۾ اچي رهيا. هن شخص چاهيو ته هو سڪينه مان پيسا حاصل ڪري- ۽ هوءَ ان لاءِ مجبور هئي سواءِ چند ڪپڙهن ڳاڙڻ لاءِ- پر هن جو سودو طئي ٿيندو رهيو هوءَ ان ڌنڌي جو ذهن ۾ تصور ڪري ڇرڪي پوندي هئي.

جڏهن هوءَ ڪلڪتي کان لاهور آندي پئي وڃي ته هن کي ڄاڻ هئي ته هن سان اتي ڪهڙو حشر ڪيو ويندو. باشعور ڇوڪري هئي ان ڪري هن کي پتو هو ته هن کي هڪ سڪي جيان هر هڪ وٽ اڇليو ويندو. پر هوءَ ڪري به ڇا ٿي سگهي. هوءَ ته ان قيدي جيان هئي جيڪو رحم جي تار ڪرڻ کان پوءِ معافي نه ملڻ ڪري ڪنهن اهڙي اتفاقي حادثي جي آس ۾ هوندو

جنهن جي ڪري جان ڇٽي پئي. هي حادثو ته نه پر هوشياري چئجي، جو هوءَ ڪاري رات جي سهاري ۾ هوءَ ان مرد ڪان ڪسائي هولئل ڪان پڄي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿي وئي.

هاڻ لاهور جا روڊ هئا. ۽ ان لاءِ نوان نوان خطرا سامهون هيا. هن سمجهيو ٿي ته شهر جو هر شخص هن کي ڪائي ويندو. خاص ڳالهه ته هن جي جواني لڪڻ واري شيءِ ٿي ڪانه هئي. هن ڪنهن جون نظرون ائين ڪپي ٿي وڌون ڇڻ برمي سان ان ۾ ڪو سوراخ ڪندو هجي. سون چاندي جي ڳالهه هجي ها ته ماڻهن ڪان لڪائي وئي، پر جواني کي ڪٿي لڪائي. ڪنهن به وقت ڪنس ڊپ هو ته ڪو ڪانئس کسي نه وئي.

ٿي ڏينهن ٿي راتيون هوءَ ائين ئي هيڏانهن هوڏانهن ڀٽڪندي رهي. بک ۾ سندس ساهه گهٽجڻ لڳو. مگر هن ڪنهن جي آڏو پنهنجو هٿ نه ڊگهيريو. ڇو جو هن کي چاڻ هئي ته اهو ڊگهيريل هٿ سندس عزت ڏانهن وڌي سگهي ٿو ۽ هوءَ ڪنهن اونداهي ڪمري ۾ وئي ٿي ويو. دڪان تي سينگاريل ماڻهون هوءَ ڏسي رهي هئي. هوٽلن ۾ ماڻهو وڏا وڏا گره ڪٽي رهيا هيا. هن جي چوڌاري هرطرف کائڻ پيئڻ جي شين جو ڏاڍو بي دردي سان استعمال ڪيو ٿي ويو. پر اهي ڪاڏا صرف ٻين لاءِ هيا. ان لاءِ نه.

هن کي ڀريون دفعو ڪاڌي جي اهميت جو پتو پيو- ڀريون هن کي ڪاڌو ملندو هو ۽ هينئر هوءَ ڪاڌي سان ملڻ لاءِ بيقرار هئي. ڇهن ڏينهن جي بک هن جي هر عضوي کي ڍلو ڪري ڇڏيو هو.

چوٿين ڏينهن هڪ گهٽيءَ مان وڃي رهي هئي ته اوچتو هن جي دل ۾ ڪهڙو خيال ايريو ۽ هوءَ هر گهر اندر گهڙي وئي. پر گهڙندي ئي هن کي خيال آيو ته مٿان ڪو پڪڙي نه وٺي ۽ پوءِ— سڀ ڪجهه— هليو وڃي—

هن جي جسم مان طاقت نڪري وئي هئي—سوچيندي سوچيندي هوءَ اڱڻ ۾ اچي بيٺي- ۽ پ دلا ڏٺا ۽ ان جي پر ۾ ئي ميووي جو وڏو ٿالهه پيل هو. صوف— ناسپاتيون— ڏاڙهون— هن سوچيو ڏاڙهون بڪواس آهي. صوف ۽ ناسپتيون ٺيڪ آهن. دلي مٿان هڪپيالو پيل هو مٿان ڍڪڻ لاٿو ته ملائي پيل هئي. هن بغير سوچڻ سمجهڻ جي جلدي جلدي ڍڪ پرڻ لڳي. سڄي ملائي هن جي پيٽ ۾ منتقل ٿي وئي- ڪيڏو نه راحت ڏيندڙ وقت هو. پلجي وئي ته ڪنهن ٻئي جو گهر آهي- اتي ئي ويهي صوف ۽ ناسپاتيون کائڻ لڳي. اوچتو هن کي ڇا ٿي ويو. الٽي اچڻ لڳي. مٿو ڦرڻ لڳو ۽ پيٽ ۾ سور پوڻ لڳو. هوءَ اتي ته ڪنهن جي ڪنگهڻ جو

آواز آيو- هوءَ اڏان ڀڄڻ لڳي پر مٿو ڦري وڃڻ ڪري، بيهوش ٿي وئي.

جڏهن ڪيس سامت آئي ته هڪڙي صاف سٿري اڇي بستري تي ليٽيل هئي. سڀ کان اول ڪيس اهو خيال اڀريو ته ڪٿي سندس عزت ته نه لٽجي وئي آهي، پر ٿوري دير بعد مطمئن ٿي وئي ته خير آهي. اڃا ڪجهه وقت سوچڻ ئي لڳي هئي ته ڪيس هڪ هڏن جو پڃرو ڪنگهندي ڪمري ۾ داخل ٿيندي نظر آيو.

سڪينه پنهنجي ڳوٺ ۾ ڏڪر وچان ماڻهو مرندي ڏٺا هئا پر هي شخص سڀني کان مختلف هو. رحم هن جي اکين مان ڇٽي رهيو هو پر هن ۾ ڪاڏي جي ڪا آس نظر نٿي آئي.

سڪينه کي ڏيپ ٿيڻ کپندو هو پر ڏٻل وري اهو شخص هو. هو ڏچندي ڏچندي، ڇرڪندي ڇرڪندي هن کي چوڻ لڳو، ”جڏهن توهان سڀ شيون ڪاڻي رهي هئين ته مان توکي پري کان ڏسي رهيو هيس- اف- مون ڪيڏي مشڪل سان پنهنجو پاڻ کي ڪنگهڻ کان روڪي رکيو هو. ان لاءِ ته توهان آرام سان کائي سگهو ۽ مان اهو منظر دير تائين ڏسندو رهان. بکَ ڏاڍي پياري شيءِ آهي، پر هڪ مان آهيان جو ان نعمت کان محروم آهيان. اُئين چوڻ ٺيڪ نه ٿيندو ڇو جو هٿ وٺي مون پاڻ بک کي ماريو آهي.

سڪينه ڪجهه سمجهي نه سگهي. اها هڪ ڳجهارت هئي، جنهنڪا پيچيدي پيچيدي هڪ ٻي ڳجهارت ٺهجي ٿي وئي پر ان هوندي به سڪينه کي اهي ڳالهيون دلچسپ لڳيون جنهن ۾ انسانيت جي گرمائش هئي. هن به اهڙي نموني پنهنجي سچي ڪهاڻي هن کي ٻڌائي ڇڏي. هو به بس ڪري هن کي ٻڌندو رهيو. هن تي ڪو اثر ڏي نه ٿيو. جڏهن سڪينه هن جو شڪريو ادا ڪيو ته هن جون اکيون جيڪي ڳوڙهن کان بي نياز هيون سي افسوسناڪ ٿي ويون ۽ پريل آواز ۾ چيو- ”تي ڏسي رهي پئي سڪينه— مان سلهه جو مريض آهيان— مونکي ڪوبه ڪاڏو سٺو نٿو لڳي— ڪوئي ميوو سٺو نٿو لڳي— تون ڪاڏجانء ته مان توکي ڏسندو رهندم. اهو ڏي ڪافي آهي-“

پر جلد هو ڪلي ويٺو، کهڙي بيوقوفي آهي— يعني ڪو بيو ڪاڏي ته ان کي رڳو ويهي ڏساز— ”نه نه— سڪينه— هونئن منهنجي خواهش آهي ته تون هت رهه.“

سڪينه ڪجهه سوچڻ لڳي، ”ته نه— منهنجو مطلب آهي ته اوهين هن گهر ۾ اڪيلا رهو ٿا— ۽ مان— ڳالهه اها آهي ته—“

اهو ٻڌي هن کي دلي صدمو پهتو ۽ ڪجهه ڪهڙين لاه خاموش ٿي ويو— جڏهن هن ڳالهايو ته هن جو آواز

پرنسپل ۽ ڪوڪلو هو، "مان ڏهن سالن تائين اسڪول ۾ نياڻين کي پڙهايو آهي ۽ هميشه سون انهن کي پنهنجيون نياڻيون سمجهيو آهي ۽ تون به منهنجي هڪ نياڻي—"

سڪينه لاءِ رهڻ لاءِ ڪا جاءِ ڪانه هئي تنهنڪري هوءَ ان پروفيسر وٽ رهي پئي.

هو هڪ سال ۽ چند مهينا جيئرو رهيو. انهيءَ عرصي ۾ هو منهنجي آسائش ۽ آرام لاءِ ڪوششون ڪندو رهيو جيڪي مونکي ڪرڻيون هيون.

انهيءَ پروفيسر جي اهڙي سنڀال ڪري هوءَ چند ڏينهن ۾ ئي چمڪڻ لڳي. هن جي چمڪڻ کان پوءِ پروفيسر هن کان ڏورو ٿيندو رهڻ لڳو. پر سندس خاطر تواضع برابر ڪندو رهيو.

پڇاڙڪن ڏهاڙن ۾ اوچتو هن جي طبيعت سخت خراب ٿي پئي. هڪ رات جڏهن سڪينه هن جي پير ۾ ويهي سمهي رهي ته هو ننڊ مان ڇرڪي اٿيو هو ۽ زور زور سان رڙيون ڪرڻ لڳو هو. "سڪينه—سڪينه"

اهڙيون رڙيون ٻڌي هوءَ ڊڄي وئي هئي— پروفيسر جي چنجهين اکين ۾ هڪ رونق هوندي هئي سا غائب هئي ۽ هڪ ڏک جو ساگر ڇلڪي رهيو هو. پروفيسر ڏڪندي ڏڪندي سڪينه جي هٿ کي پڪڙيو "مان مري رهيو آهيان———پر هن موت جو مونکا

ڪو رنج نہ آهي ڇو جو ڪيترائي موت منهنجي اندر ۾ ٿيا آهن. توهان ٻڌڻ چاهيو ٿا منهنجي داستان ـــ منهنجي ڪهاڻي ـــ ٻڌڻ چاهيو ٿا تہ مان ڪير آهيان؟.... تہ ٻڌو ـــ مان هڪ ڪوڙ آهيان ـــ وڏو تمام وڏو ڪوڙ ـــ سڄي حياتي پنهنجو پاڻ سان ڪوڙ ڳالهائيندي ۽ ان کي سچ ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ ۾ گذري آهي ـــ آف ـــ ڪيڏو نہ ايذاءُ ۽ غير فطري ۽ غير انساني ڪم ڪيو آهي ـــ مون هڪ خواهش کي ماريو هو پر مون کي اها خبر ڪانہ هئي تہ هڪ خون ڪرڻ بعد مون کي ٻيا بہ ڪيترا خون ڪرڻا پوندا. مان سمجهندو هوس تہ هڪ خواهش مارڻ سان ڪهڙو فرق ٿو پوي پر پوءِ خبر پئي تہ ٻيون خواهشون ڪمزوري جاڳي پيون آهن سڪي مان هيءَ سڀ بڪواس ڪيان پيو. فلسفو ڳالهايان پيو. سڌي سنئين ڳالهہ اها آهي تہ مان پنهنجي ڪيريڪٽر کي بلند ڪندو ڪندو پستين جي ڏيهہ ۾ ڦاسي پيس. مان مري ويندس تہ هي اخلاق جيڪو مان بلند ڪرڻ جي چڪر ۾ سڄي عمر لڳو رهيس هو ـــ وا ۾ منهنجي خاڪ ٻڌجي اڏامندو رهندو. اهي سڀ ڇوڪريون جن کي مون اسڪول ۾ پڙهايو آهي. جڏهن بہ مون کي ياد ڪنديون تہ چونديون پروفيسر انسان نہ پر فرشتو هيو جيڪو انسانن ۾ هليو آيو آهي. توهان بہ منهنجي نيڪين کي نہ وساري سگهندين. پر توکي مان حقيقت ٻڌايان

ته جڏهن ڪان تون هن گهر ۾ داخل ٿي آهين، ڪابه اهڙي گهڙي نه گذري آهي جو مان تنهنجي جواني کي پنهنجي نظرن سان نه ڏٺو هجي تصور ۾ ڪيئي دفعا مان تنهنجي چپڙن کي چميو آهي ــ ڪيترا دفعا مان پنهنجو مٿو تنهنجي نرم ٻانهن تي رکيو آهي ــ پر هر ڀيري مون کي ان تصوري تصويرن کي پرزا پرزا ڪرڻو پيو ؛

پوءِ انهن پرزن کي مون ساڙيو ــ انهن جي خاڪ ٺاهي ــ جيئن انهن پرزن جو ڪالو نشان ٿي نه رهي ــ مان مري ويندس،

”ڪاش! مون ۾ اهڙي سگهه هجي جو مان پنهنجي ان باند اخلاق کي هڪ ٻڳهي بانس جي لڪڙي تي ڪنهن باندر جيان ويهاري ڇڏيان ــ ۽ هٿ ڪري سيني اندر ويندڙ کي روڪيان ته اچو ڏسو ۽ عبرت حاصل ڪريو ــ“

ان واقعي کان پوءِ پروفيسر صرف پنج ڏينهن جيئرو رهيو ــ سڪينه جو بيان آهي ته پروفيسر مون کان اڳ ڏيو خوش هو، جڏهن هو زندگيءَ جو پويون ساهه کڻي رهيو هو ته ان سڪينه کي صرف ايترو چيو ”سڪينه مان لالچي ناهيان ــ زندگي جا هي آخري پنج ڏينهن منهنجي لاءِ ڪافي آهن ــ مان تنهنجو ٿورائتو آهيان ــ“

ترجمو ــــ امداد حسين

## رابيل پبلڪيشن جا جنوري ۾ شايع ٿيندڙ ڪتاب

(١) مان انتظار ڪندس (ٻيو ڇاپو)

ڪرشن چندر جو هي ڪتاب صرف هڪ هفتي اندر وڪرو ٿي ويو هو ۽ ڪن سڄڻن کي ملي نه سگهيو بهترين ڇپائي صفحا ١٠٠ قيمت ٧ روپيه

(٢) نور گهلو جو ترجمو ڪيل پيار ۽ محبت جي موضوع تي پرڏيهي ناول

صفحه ١١٢ قيمت ٨ روپيه

(٣) امرتا پريتم جون چونڊ ڪهاڻيون

# ڙابيل پبليڪيشن جا ايندڙ ڪتاب

---

١. ديس ديس جون ڪهاڻيون
٢. ڪهاڻيون - نجم عباسي
٣. ڪهاڻيون - عبدالقادر جوڻيجو
٤. لعل پشپ جون ڪهاڻيون
٥. ڪرشن چندر جون ڪهاڻيون


ڙابيل پبليڪيشن

پوسٽ باڪس ١٦ لاڙڪاڻو

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪڍي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَــنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪــو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهــڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئـي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. پين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجِيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجِيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي ته هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن به رُڪاوٽ کي نه مڃن.
شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سِپني کي بَمن، گولين ۽ باروڊَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَّ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -
اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ ته
”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر ٻيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)